# گيتانجلي

(گرديو رويندرناٿ ٺاڪور جو مهاڪاويه ڪرتي)


الوادڪ :-

گوبند رام سلامتراءِ واسنگهاڻي.

"سائل"





سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن

٩٠، لڪشمي مارڪيٽ، الهاسنگر - ٣

# گيتانجلي

(گرديو رويندرناٿ ٽئگور جو مها ڪاويه ڪرتي)




اُلٿاڪ :-

گوبند رام سلامتراءِ راڌسنگهاڻي

"سائل"







سنڌي ٽائمس پبليڪيشن

٩٠، لڪشمي مارڪيٽ، الهاسنگر – ٣

# GITANJALI

(By Ravindra Nath Tagore)

Translated by :

Gobindram Salamatrai

Raisinghani 'Sayal'





SINDHI TIMES

Publication

Ashok Press, Ulhasnagar-3.



Printed & Published by:

ARJUN D. PUNJABI

Ashok Press, Ulhasnagar 3.



Available at :

1. 'Raj Sadan'
   7, Housing Society,
   Jalgaon, (Khandesh)
2. Hindustan Kitab Ghar
   19-21, Ambalal Doshi St.
   Fort, Bombay.
3. Jagdish Book Depot:
   Main Bazar, Ulhasnagar 2
   Phone : 455



Cover Picture by Artist

Shri V. N. OKAY.



First Edition.

April 1976

Price : Rupees Eight

## انوادڪ جا ڇپيل پستڪ

١. "سنڌوءَ جون لهرون ۽ ڦولداني"
(نظامي اکر ۾ رچنائون ۽ ڪوتائون)

٢. "آشا - ڪرڻ" (نظامي اکر ۾ رچنائون)

٣. "اروا سيت" ترانڪي ٻرهٽي ناٽڪ

٤. "اروا سي" ۽ فصلي سنڌي ناٽڪ (پريس ۾)

٥. "اروا سي" ترانڪي هندي ناٽڪ "

٦. "گيتانجلي" سنڌيءَ ۾ انواد

٧. منهنجا مشهور مقدما "

٨. ساڄن ۽ سڄڻ (لنڊن لين ڪهاڻين جو ڪتاب) "

٩. الڊر - ڌ نش (نظامي اکر ۾ رچنائون) "

١٠. The Rotary Strings with
(In Press) Georgia U.S A. Mirror.

بدليل حالتن انوسار انسان جي حالتن، هلت چلت، ورتاءُ، گفتار ۽ رفتار ۾ ڦيرڦار آيل آهن. انهيءَ ڪري هيتري سمي گذرڻ بعد به هن جهوني مها ڪاويه گرنٿ جي اڀياس ڪرڻ جو مطلب ۽ مقصد آهي ته وري نين حالتن مطابق سنڌي جاڳندڙن کي هن گرنٿ جو اڀياس ذريعي انهن جي رس ۽ لطف وٺائجي ۽ پنهنجي سالن جي سانڀال اچي ته پوري لاءِ پنهنجي مهاڪوي گرنٿ لاءِ شرڌا پڻ پرگهٽ ڪجي.

ناٿيل ذر سرڳواسي ڪاڪا جن جو هئو، جو ان اوسٿا ۾ ٻرن ٻرو ڪري نه سگها. ڪي آزاد ٻولي ۾ "هندواسي" ۾ ڇپجي شايع ٿيا ۽ گهڻن ئي رچنائن اڄ سوڌو ليپ هيٺ متي ئي رهيون ۽ ڪي ڪاغذ نه ڦاٽي پرانا ٿي پرزا پرزا ٿي ويا هئا، ليڪن آڳاٽو پنهنجي گوڏي ئي رکي ٻرت ٻري ٻوري ڪرڻ جو ساهس سارين نه سهن ليڪن آنڪيل لکيا هاڪي جا ڪئي دليل، نه ڪٿي ڪميل ڪڻ به ڪسي رها هئا. انهيءَ ڪري هاڪي جا انڌا وري انهن سر پري، انهن جو اڀياس تيار ڪري، ڪڻ ڪڻ سان ملائي، رنگ رنگن سان رلائي، هن ٻندي ناقص ڪوشش ڪري ڪم ناهي راس ڪيو آهي، ٻر پالڪن کي ٿل وٺي نه جس ملهم ۽ لاڀ سڄاڻ ٿيندو.

هندستان جي ورهاڱي بعد اڄ لسلي ۽ اصل اصلي سنڌي ٻولي نه نه سنڌ ۾ ٻچي آهي ۽ نه وري هند ۾ ئي رهي آهي. سنڌ ۾ سنڌي ٻولي ۾ ئي عربي فارسي جو لاڳاپو

پنھنجي وس آھي ۽ ھند ۾ سنڌيءَ ۽ سنسڪرت جون لفظن ھوندي به ڪوشش ڪري ”گيتانجلي“ جو انوواد ساديءَ ۽ سڌيءَ سنواليءَ سنڌيءَ ۾ ڪيو اٿم ۽ روز مره جي واھپي واري سنڌي ٻوليءَ جي لفظ حرف، جملا، چوڻيون ۽ اصطلاح ۽ ٻيڙيون، محاورا وغيره، جي ڪتاب ۾ رکيا آھن، انھن جو سھائڻي طرح استعمال ڪري سنڌي انوواد ۾ داخل ڪم درج ڪرڻ جو ڀاڻ اٿن ڪيو اٿم. سنڌيءَ ۾ ”گيتانجليءَ“ جو حرفي ۽ سادو انوواد ڪندي، گرو جي خيالن، امنگن ۽ ويچارن ڌارائن کي نه سمجھڻ ۽ چٽڻ ۽ پرکڻ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم ۽ ڪيتري قدر ڪامياب ٿيو آھيان، انھو فيصلو لوڪ لور جو قدر ڄاڻ ڪن.

باقي ھڪ ڳالھ خاص طور تي منھنجو تعلق ادب، ھردا مريادا ۽ سعاد نمنديءَ وارو ودياڙڻيءَ ھجڻ جي ناتي اھا نه پنھنجي ودياگرو پرنسپال لالسنگھ اجواڻيءَ ۽ پروفيسر منگھارام ملڪاڻيءَ سان آھي. جو نه منھنجو آم وشواس آھي ته اُستاد ھميشه لاءِ استاد ئي آھي شاگرد ڪنھن ئي سگھندو برابر.

انھيءَ ڀاو ڀاونا ۾ ودياسکيا جي سڳڻ ٻرايتي سوال آھي. ”تروايءَ“ ۾ نقلي سنڌي ٻاڻڪ لاءِ جڏھن پروفيسر منگھارام ملڪاڻيءَ کي ونتي ڪيم ته ھڙڪ جواب ڏنائين ته ”ٻلڪل ڏڪري ڏيارتي موڪليو ۽ اسڪ آئو نه مھانڳيو لڳي

موڪليندس ته ڏ ته واپس ڪندس. خوشقسمتي منهنجي جو پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، جو پاڻ به اعليٰ درجي جو ناٽڪ ڪار ڪردار ۽ اداڪار آهي، تنهن هڪ سهڻو، اُتساهه ڏيندڙ ۽ قدر شناسيءَ ڀريو مهاڳ لکي ڏنو. "ارواحي" ناٽڪ سنڌيءَ ۾ نه ڇپجي رهيو آهي، ليڪن اهو ناٽڪ "ارواحن" جي مري ساڻ موهنيءَ ۾ ڇپجي ظاهر ٿي چڪو آهي ۽ هنديءَ ۾ ترجمو اُن جو انواد تيار ٿي ڇپجي شايع ٿي رهيو آهي.

ساڳيءَ طرح "گيتانجلي" جي سنڌي انواد لاءِ پرنسپال لالسنگهه اجواڻيءَ کي عرض ڪيم ته اهو پڙهي ڏسو ۽ دلچسپ ڪندڙ جواب ڏنائون ته، "اصل بنگالي گيتانجلي جو ترجمو انگريزيءَ ۾ ٿيل ۽ انگريزيءَ ترجمي جو سنڌي ترجمو وري ڪهڙي حس ڀريو ۽ اڳي ئي ترجما ٿي چڪا آهن" وغيره.

ليڪن مان ٽراس ته ٿي شاگرد جي الڪل ۽ اعتقاد جي مالڪ جو ڏنهن ڏري، مان پنهنجيءَ هٺ تي مان "گيتانجليءَ" جو انواد ٿيل ڇپائون ڏانهس ڏياري موڪليندو رهس، ترجمو پڙهي بعد پرنسپال لالسنگهه اجواڻيءَ جي دل ۽ دماغ تي سٺو اثر پيو جو انواد مان به اصليت جو آنند ۽ لطف جي لوڇ ۽ لوليءَ جي جهلڪ جهڙو رس مليس ۽ سو ڏياريءَ جي ڏينهن تاريخ ۴ نومبر ۱۹۷۵ تي اچڻ، اڌم ۽ همت افزائيءَ ڀريو مهاڳ لکي ڏنائون ۽ اهو پستڪ پڻ ڇپجي لوڪان اڳيان آهي.

( ١ )

تو ته مونکي اننت ڪري جوڙيو آهي. اهڙي پئي رهي آهي تنهنجي ليلا.

ور ور ڪري هي ڪچو گهڙو سکڻو ڪري، وري ڀران ٿو انهيءَ کي سدائين نئون جيون سان.

هيءَ ننڍڙي بانس جي بانسري ٽڪرين ۽ ماٿرين مٿان کڻي رمندو رهيو آهين ۽ انهيءَ مان تو آلاپيا آهن امر نوان ڳانا.

تنهنجي هٿن جي امر ڇهاءَ سان، منهنجي ننڍڙي دل آنند ۾ اچي، پنهنجو پاڻ ڀلائي ٿي ڇڏي ۽ لوماڻ ڪري ٿي خاموش واڻي.

تنهنجا اهي امت ڏاڻ مونکي ملندا رهن ٿا، منهنجن هنن ننڍڙن هٿڙن ۾.

زمانو گذرندو ٿو وڃي ۽ سدائين تون ڀرپور ڏيندو ٿي رهين ٿو.

پر تنهن هوندي به اڃا جڳهه رهيل هوندي آهي ڀرڻ لاءِ.

(٣)

جڏهن تون مونکي ڳائڻ لاءِ آديش ڏيندو آهين، تڏهن ائين ڀاسندو آهي ته ڄڻ هو ٿي منهنجي دل اهم وچان ٽٽي ۽ ۽ مان پوءِ تنهنجي چهري ڏانهن نهاريندو آهيان ۽ آنسون منهنجون اکين ۾ وڙي ايندا آهن.

اهو سڀ ڪجهه جو منهنجي جيون ۾ ڪرخت ۽ ڪلوش هوندو آهي، اهو موم ٿي پوندو آهي مٺو سر سنگم — ۽ منهنجي مڪتنا اُڏامندڙ خوشگوار پکيءَ جيان پنهنجا پر سمندر جي مٿان پکيڙي چلندي آهي.

ڄاڻان ٿو ته منهنجي سنگيت مان توکي راحت ٿي ملي.

ڄاڻ اٿم ته مان تنهنجي حضوريءَ ۾ صرف هڪ ڳائڻ ٿي ايندو آهيان.

مان صرف ڇهي سگهندو آهيان پنهنجي دور ڦهليل گيت جي پکک جي ڪنارڪي تنهنجي چرڻن ۾، جتي پهچڻ جي مان ڪداچت ڪلپنا به نه ٿي ڪري سگهندو آهيان.

ڳائڻ جي آنند پوريءَ مدهوشيءَ ۾ پاڻ کي وسري ۽ توکي ڪوٺيم ميت، جيتوڻيڪ تون آهين ته منهنجو سوامي.

( ٣ )

مان تہ سمجهي ئي نٿو سگهان تہ تون ڳائين ٿو الائي ڪيئن ٿو، منهنجا مالڪ! سدائين مان شانت اچرج ۾ ئي ڌيان ڏيئي ٻڌندو آهيان.

تنهنجي سنگيت جو پرڪاش ساريءَ سرشٽيءَ کي روشن ٿو ڪري ڇڏي.

تنهنجي سنگيت جو جيون سواس آڪاس آڪاس ٿو ڦهلجي وڃي. تنهنجي سنگيت جي پوتر جل ڌارا پٿرن جون رنڊڪون پار ڪندي، اڳتي وڌندي رهي ٿي.

دل ۾ اڪير اٿم تہ تنهنجي سنگيت - سنگ ۾ ڳايان، ليڪن لفظ لڙڪن تي سر آلاپ لاءِ، مان ڪجهہ تہ چاهيان، ليڪن منهنجي واڻي گيت ۾ بدلجي نٿي سگهي ۽ مان وائڙو ٿي روئي ٿو وهان. اوہ، تو منهنجي هردي کي پنهنجي سنگيت جي الٽ ڄاريءَ ۾ بندي ڪري رکيو آهي منهنجا ناٿ!

( ٤ )

منهنجي پراڻن جا پراڻ، مان هميشه پنهنجو تن ڪندس پنهنجي سرير کي پوتر رکڻ جي، اهو ڄاڻندي ته تنهنجو سپرش سدائين منهنجي انگ انگ تي آهي.

مان هر طرح ٿي ڪندس استيه کي پنهنجن وچارن کان الڳ، دور رکڻ جي، اهو ڄاڻندي ته تون اُهي ستيه آهين جنهن منهنجي من اندر بُڌيءَ جي جوت جڳائي آهي.

مان هر روز ٿي ڪندس پنهنجي هرديءَ مان وڪارن کي لوڙي ڪڍڻ جي ۽ پنهنجي پريم کي ڦول ٻڻائي رکڻ جي، اهو ڄاڻندي ته تنهنجو آسڻ منهنجي هردي اندر اندرين مندر ۾ ئي آهي.

۽ اهو به منهنجو ٿي چالو رهندو ته توکي مان پنهنجن آچرڻن دوارا پرگهٽ ڪريان، اهو ڄاڻندي ته اها تنهنجي ئي شڪتي آهي جيڪا مونکي ڪاريه ڪرم ڪرڻ لاءِ ٻل ٿي ڏئي.

( ٥ )

مان صرف هڪ گهڙي ساعت تنهنجي پاسي ۾ ويهڻ جي وڏيءَ - دل ڏکتا تو گهران. هٿ ۾ جو ڪم هاڻ اٿم، سو پوءِ ٿي پورو ڪندس.

تنهنجي درشن - درشتيءَ کان دور ٿي، منهنجي مــن کي ناهي آرام ۽ نه سنتوش، ۽ منهنجو ڪارج ٿــي ٿو پوي اٿاهه اکٽ، هڪ ڪشــٽ، ڪناري کان سواءِ ڪشــٽ جو هڪ ساگر.

اڄ آيو آهي اونهارو منهنجي کڙڪيءَ وٽ. آهون ڀريندو ڀڻ ڀڻ ڪندو ۽ ماکيءَ جون مکيون ٿي ڦرڪائــي ڳائن ٿيون رمتو - سنگيت گلزار جهڳٽي جي دربار ۾.

هاڻي ويل ٿي آهي شانتيءَ ۾ ويهي رهڻ لاءِ، منهان منهن تــوسان هــن شانت ۽ ڀلتان ڀاٽ واندڪائــيءَ ۾ جيون ارپڻ گيت ڳائــڻ لاءِ.

( ٦ )

ڇون هيءُ انيڊڙو ڦول ۽ ڪٽي وٺس، ويل نه وڃه ! اند پشو اُم نه منان مرجهائجي نه رهي ۽ ڪري نه پوي پٽ ٻر.

لنهنجي ڦول مالا ۾ پوءِ هن ڪي جاءِ ٿي شايد نه ملي ملي، سگهي، ليڪن شرف ڏئيس پنهنجي هٿ سان درد جي ڇهاءَ جو ۽ ڪٽي چنيس، اند پشو اٿم نه پٽي پورڻ کان اڳ ئي منان ڏينهن ٽمرجي نه وڃي ۽ پٽ ڪرڻ جي ويل ٿي وهامي وڃي.

جهونپڙيڪ هن جو رنگ گهاٽو ناهي ۽ هن جو واس جهيڻو آهي، هن جي پوڄا لاءِ هن ڦول کي ڪٽپ آڻ ۽ اجا مهل آهي ته ڪٽي چن.

( ٧ )

منهنجي گيت سجاوٽ ساري تياڳ ڪري ڇڏي آهي. هن کي ويس يا سينگار جو گهمنڊ ني ڪرڻهي.

زيور اسان جي ڳنڍجاڻيءَ ۾ رنڊو وجهندا:

تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ اچي رنڊڪ ٿي پوندا.

هنن جي جهڻڪار تنهنجي ڪن جون ڳالهيون ٻڌڻ نه ڏيندي.

منهنجي ڪويءَ جو اهنڪار تنهنجي سامهون شرمسار ٿي ناس ٿي ٿو وڃي.

منهنجا ڪامل ڪوي، مان صرف تنهنجي چرڻن جي اوٽ ۾ هيٺ ويٺو آهيان.

صرف ڪرڻ ڏي مونکي پنهنجي زندگي سادي ۽ سڌي سوڌي.

بانس جي بانسريءَ وانگر، جيئن تون ڦوڪي سگهين انهيءَ ۾ سنگيت.

( ٨ )

ٻالڪ جيڪو سينگاريل آهي شهزادي جهڙي لباس ۾ جنهن جي ڳچيءَ ۾ جواهرن جڙيل زنجيرون پيل آهن ته هن جي راند روند جي راحت سموري کوهجي ٿي وڃي. هر قدم تي پوشاڪ هن کي رنڊڪائي ٿي.

متان اها ڳنڍي ٽي پوي يا مٽيءَ جا داڳ، ٿي پون، انهيءَ انديشي ڪري دنيا کان هو پاڻ کي دور ٿو رکي؛ گهمڻ ڦرڻ کان به پيو لنائي.

امي، ڪو به جس ناهي تنهنجي نزاڪت واري پهرڻ ۾، جو پرٿويءَ جي صحتبخش پٽيءَ کان ڪنهن کي محروم ڪري رکي، يا عام ماڻهو جيون جي وڏي مهان ميلاپ ۾ پرويش ڪرڻ جي اڌڪار کان وانجهو ٿو ڪري ڇڏي.

( ٩ )

اڙي مورک، ائين ڀلو ڪرين پنهنجو پاڻکي پنهنجن ئي ڪلهن تي کڻڻ لاءِ! اڙي پينو، آئو آهين ڀکيا پنڻ پنهنجي ئي گهر جي در تي!

سپرد ڪري ڇڏ پنهنجا سمورا بار هن جي هٿن ۾، جو ڪڻي ٿو سگهي؛ افسوس وچان ڪڏهن به، پٺ ورائي نه ڏس.

تنهنجي اڇا هڪدم ديپ جي روشني اجهائي ٿي ڇڏي، پنهنجي سواس سپرش سان.

اها اپوتر آهي — گندن هٿن دواران پنهنجون ڀيٽائون سوڪار نه ڪر.

صرف اهو ئي سوڪار ڪر جيڪو به الوڪي پوتر پريم سان ئي ڀيٽ ٿي ملي.

(١٠)

هيءَ ٻنهي جي چوڻ لاءِ صحيح آهي. جنهن ۾ ٻڌايل آهن ٻنهي جا ڇڙ، جتي رهن ٿا ڪنگال، مسڪين ۽ ڪوهيل.

چوڏهن مان ٽوڪي ڪند ڇوڪائي اهنڪار ڪندو آهيان، ٻڌهن منهنجو مستڪ اٿر و هيٺ لائين اوڙي نه سگهندو آهي، جتي ڪنگالن، مسڪينن ۽ ڪوهيلن جي وچ ۾ ٻنهي جا ڇڙ ابراهيمان هوندا آهي.

اهنڪار جي اڳي هاڻي ٿي ڪانه سگهندي، جتي تون غريباڻي لباس ۾ ولين ٿو گهمندو ڦرندو ڪنگالن ۽ مسڪينن، ڪوهيلن جي وچ ۾.

منهنجو من ڪڏهن به اهو پيچرو لهي ڪونه سگهندو جو اڳي پهچي سگهي، جتي تون وڃو آهين سنگتين سواءِ ڪنگالن، مسڪينن ۽ ڪوهيلن جي صحبت ۾.

(١١)

ڇڏي ڏي هي منتر اُچارڻ ۽ ڀڄن ڳائڻ ۽ مالها ڦيرائڻ! در دروازا سڀ بند ڪري، ڪنهنجي پوڄا ڪندو آهين تون هن مندر جي اُجڙ اونداهيءَ ڪنڊ ۾؟

اکيون ته پٽهنجون پٽ ۽ ڏس ته تنهنجو پرماتما تنهنجي سامهون ڪونهي!

هو اُتي ئي آهي جتي ڪسان ڪرڙي پٽ سخت زمين ۾ ۽ جتي رستو ٺاهيندڙ پٿر ڀڃي ٿا ڪن. هو هنن سان اُس ۾ گڏ هوندو آهي، اُس ۾ مينهن ۾ ۽ هن جا وستر مٽيءَ ۾ ڀريا پيا هوندا آهن. پنهنجي پاڪ ڪفني لاهي ڦٽي ڪر ۽ هن وانگر تون لهي هيٺ اچ ڌوڙ ڀريءَ ڌرتيءَ تي.

مُڪتي! ڪٿي لڀڻي آهي سگهندي اها مُڪتي؟ اسان جي خاوند موج مان ورتا آهن پاڻ تي بندن مخلوقات جا ۽ هو اسان سان جڪڙيل آهي، سدائين جي لاءِ.

پنهنجي ڀڳتيءَ ۽ اڪاگرتائيءَ مان اُٿي ڪڙ ۽ ٿيءُ ۽ گلن ڦلن ۽ ڌوپ واسن کي هڪ پاسيرو ڪري ڇڏ! هرج ڇا ٿي ڪهڙو آهي جيڪڏهن تنهنجا وستر ليڙون ليڙون ٿي پون يا داغي ٿي پون؟ هلي هن سان مل ۽ ڪرم ڪشٽ ڪندي، ڀلي هن جي ڀر ۾ پنهنجي پورهئي جي پسني سان.

(۱۲)

منهنجي مسافريءَ ۾ جيڪو وقت ٿو لڳي، سو به هڪ وڏو عرصو آهي ۽ انهيءَ جي راهه لمبي.

مان روشنيءَ جي پهرينءَ ئي جهلڪ جي رٿ ۾ چڙهي ٻاهر نڪتس ۽ سرشٽين جي ويرانين جو دؤر چالو رکيم، گهڻن ئي ستارن ۽ گرهڻن تي پنهنجي سفر راهه نشان ڇڏيندو ويس.

اها بلڪل ڏورانهين ڏس آهي، جا اچي ٿي بلڪل پنهنجي نزديڪ، ۽ اها سکيا ڏاڍي پيچدار آهي، جا تال جي بلڪل سادگيءَ جو مارڳ درشن ٿي ڪري.

مسافر کي هر سمت ڌارئي جو در کڙڪائڻو پوي ٿو، خود پنهنجي دروازي وٽ پهچڻ لاءِ ۽ هن کي ٻاهرين سرشٽين ۾ ڀٽڪڻو ٿو پوي، جيئن انت ۾ اندر ۾ ئي اندرينءَ سماڌيءَ تائين پهچي سگهي.

پنهنجا نيڻ هيڏانهن هوڏانهن واجهائڻ بعد، ڪٿي بند ڪيم ۽ چيم، ”اجهو هتي آهين تون!“

اها تلاش ۽ تمنا ”او ڪٿي؟“ ميڙ ٿي ڳوڙهن ۾ ڳري، هزارن نهرون ٿي پيون پون ۽ وشواس جي اٿل سان، ساري سنسار کي اوڙان ٻوڙ ڪري ٿي چئي ته ”مان آهيان!“

(١٣)

گيت جيڪو مان ڳائڻ آيو هوس سو اڃ تائين اڻ ڳاتل ئي رهجي ويو آهي —

مان پنهنجا ڏينهن پنهنجي ساز جي تارن کي ٻڌڻ ۽ ڇوڙڻ ۾ ئي گنوائي ڇڏيا آهن.

صحيح سمو اڃا ڪونه آيو آهي، پڪيسٽ هي رچنا برابر ڪان ٿي سگهي آهي؛ صرف منهنجي دل ۾ آهي تمنا جي پيڙا.

مکڙي به اڃا ٽڙي ڪانهي؛ فقط هوا آهون ڀريندي لنگهندي پيئي وڃي. مان هن جو مکڙو ئي ڪونه ڏٺو آهي. ۽ نڪو هن جو آواز ئي ٻڌو اٿم؛

صرف ٻڌا اٿم هن جا ڪومل قدم رستي تان منهنجي مڪان جي سامهون.

سڄو سارو ڏينهن ٿيو ويو آهي ٻيهي وٽ هن جي آسڻ سجائڻ ۾؛

ليڪن ڏئي وٽ اڃا ڇڙهي ڪانهي؛ هن کي اندر گهر گهري اچڻ لاء ڇئي نٿو سگهان.

مان هن سان گڏجڻ جي آشا ڌري ويٺو آهيان؛ ليڪن اڃا تائين ته ملڻ ٿيو ئي ڪونهي.

(١٤)

منهنجيون لمنائون ڇهڇهيون آهن ۽ منهنجي صدا رحم جوڳي آهي، ليڪن هر هميشه تو ۾ ئي رکيا ڪئي آهي پنهنجي ڪمزور ٻارڙن سان ۽ هيءَ ڪمزور دنيا منهنجي جيون جي آڌار جڙجي واٽي آهي.

ڏينهون ڏينهن تون موڪلي ٻمائين ٿو پاڻ سادين اڇين سوکڙين لاءِ، جي تون موڪلي اڻ ڳهڻيون عطا ڪري ٿو چڱين — هيءُ آسمان ۽ روشني، هيءُ سرير ۽ پران ۽ هردا — لوڀي چاهنا جي خطري کان بچائڻ لاءِ.

ڪي گهڙيون اهڙيون اڻڏيون آهن، جڏهن مان ٿو آس ٿي پئي رهجي، ويندو آهيان ۽ اهي به ساعتون هونديون آهن جڏهن سجاڳ ٿي جوُد ڪندو آهيان پنهنجي آدرش ڳولڻ لاءِ ليڪن پاڻ لڪائين ٿو موالڪان منهنجي سامهون لڙدئڻا سان.

ڏينهون ڏينهن بڻائين ٿو تون موڪلي پالڻ پنهنجي هميشه ۽ هردم انڪارن کي پورن سواڪار ڪرڻ لاءِ، موڪلي بيڪار ۽ بيسود چاهنا جي خطري کان بچائڻ لاءِ.

(١٥.)

مان آيو آهيان توکي پنهنجا گيت ٻڌائڻ. تنهنجي هن ديوان ۾ مونکي ملي آهي جڳهه هڪ ڪنڊ ۾.

تنهنجي سرشٽيءَ ۾ مونکي ڪجهه به ڪار نه ڪرڻ لاءِ ڪونهي. منهنجي نڪمي جيون صرف ٽٽي ترانا ٿي ٻوي ٿي. بنان ڪنهن به پرايوجن جي.

جڏهن وقت اچي سهڙي آڌيءَ رات واري اونداهي مندر ۾ تنهنجي شانت ـ پوڄيءَ لاءِ،

مونکي آڳيا ڏي، منهنجا مالڪ، تہ مان تنهنجي اڳيان اٿي بيهي ڳايان.

جڏهن صبوح جي هير ۾ سونهري سرندو وڄي تہ مهر ڪر مون تي شرط اچڻ لاءِ آديش جي.

(١٦)

مونکي هن سنسار جي ميلي لاءِ نوتو مليل هئو ۽ اهڙيءَ طرح منهنجي جيون کي آشيرواد ملي آهي.

منهنجن نيڻن ڏٺو آهي ۽ منهنجن ڪنن ٻڌو آهي.

هن محفل ۾ مونکي ڀاڱو، ورتو هئو پنهنجي ساز وڄائڻ سان ۽ وس آهر سڀ ڪيم.

هينئر مان پڇان ٿو، آخر ۾ مهل آئي آهي ڇا ته مان اندر گهڙي اچان ۽ پسان تنهنجو مکڙو ۽ ڪريان مان پيش پنهنجو چپ چاپ پرڻام.

(١٧)

مان صرف ترسيل آهيان پريم لاءِ ته پاڻ ارپڻ ڪري ڇڏيان هن جي ئي هٿن ۾ .

انهيءَ ڪري ئي ايتري اوار ٿي آهي ۽ چاڪاڻ هنن ڀُلن لاءِ ڏوهاري آهيان.

اهي اچن ٿيون پنهنجي نيمن انوسار ۽ انهن جا قانون مونکي ڏاڍو قابو ڪري ٿا ڇڏن. ليڪن مان سدائين انهن کي ٽاريندو آهيان، ڇو ته مان صرف ويٺل آهيان پريم لاءِ ته پاڻ ارپڻ ڪري. ڇڏيان هن جي ئي هٿن ۾ .

هڪ مونکي ڏوهه ٿو ڏئي ۽ مونکي موڳو ٿو ڪوٺي. مونکي ته شڪ ڪانهي ته هو ڏوهه ڏيڻ ۾ درست آهن .

ڏينهن خريداريءَ جو ختم ٿيو آهي، ۽ رُڌلن لاءِ ڪم ڪاج سمورو لهي چڪو آهي .

جيڪي اجايو مونکي سڏڻ آيا هئا سي غصي ۾ موٽي واپس هليا ويا آهن. مان ته اوسيئڙي ۾ آهيان پريم جي ته پاڻ ارپڻ ڪري ڇڏيان هن جي ئي هٿن ۾ .

(١٨)

ڪڪر ن مٿان ڪڪر وڃن ٿا ڪٺا ٿيندا ۽ انڌڪار ٿي ويو آهي. او، ميت ڇو ٿو ترسائي بيهارين مونکي دروازي جي ٻاهران اڪيلائيءَ ۾.

منجهند پهر جي مشغوليءَ وارين گهڙين جي ڪم هوندي، مان ته انبوه سان ئي ساٿ هوندو آهيان، پر اڄوڪي ڏهڱهور اونداهي ڏينهن، مونکي فقط تنهنجي ئي آس آهي.

جيڪڏهن تون پنهنجو درشن نه ڏيندين، جيڪڏهن تون مونکي پاسيرو ڪري صفا ڇڏي ڏيندين ته مان نٿو سمجهان ته گهاري سگهندس هي لنبا مينهوڳا پل.

مان پيو تڪيان ڏورانهين آسمان جو ڌنڌلاو ۽ منهنجو هردو ڀٽڪي، دردي آهون ڀريندو، اڻٽڪندڙ هوا سان گڏجي.

(١٩)

اگر تون ڪجهه ڪڇين به نٿو، ته مان پنهنجي دل کي شانتيءَ سان ٿي پوري ڇڏيندس ۽ ڀوڳيندس.

مان صبر ڪندس ۽ ترسندس رات وانگر ستارن جي جاڳرتيءَ سان ۽ ڌيرج ۾ ڪنڌ هيٺ ڪري.

صبوح ته اوس ٿي اچڻو آهي، انڌارو گم ٿي ويندو ۽ تنهنجو آواز وسڪاري سان هيٺ سونهري نهرن ۾ آڪاس کي چيريندو.

تڏهن تنهنجا شبد پَرَ ڪري گيت ٿي پوندا. منهنجي هر هڪ پکيئڙي جي آکيڙي مان ۽ تنهنجا مڌر سُر ڦٽندا ڦولن ۾، منهنجن سڀني جهنگل جي جهڳٽن ۾.

(٣٠)

جنهن ڏينهن ڪنول ٽـٽو ، افسوس منهنجو مـن ٻـٽي پٽڪيو ، ۽ انهيءَ جي موٽـڪي سمڪ ئي نہ رهي .

منهنجي نوڪري سگهي هئي ۽ قول ٻڌان سماءَ ڪرڻ جي ئي رهجي ويو.

رڳو هر گهڙيءَ موٽـڪي ماٺوسيءَ ٻئي ورايو ۽ مان پنهنجي سهڻي مان چڙڪ پري آئيس نہ ڏکڻ جي هڙ جي مدر هڳاءَ ۾ هڪ اوکي سگهنڌ محسوس ڪيم.

انهيءَ اگر مدرتا منهنجي دل ۾ سوز پري أڪير پيدا ڪئي ، ۽ موٽـڪي الٽـن ياسو نہ لرٻتي لوچيندڙ اونهاري جو آلڪنا پوڻ سواس هئو .

لڏهن موٽـڪي سڌ ئـي هڪانہ رهـي نہ هـوءَ ڪا اڳترو وڄهو هئي ، ۽ هوءَ خود منهنجي ئـي هئـي ، ۽ اها ڀـورڻ مدرتا خود منهنجي نـي هردي جي اولهائيءَ انـدران نرماڻ ئي هئي .

(٤١)

مولڪي ڪڪڙي پنهنجي هٿان هاڪارڻ ڪري .
ڪناري لي ني آلس ۾ وال وڃي ٿي وهامندي —
افسوس اٿم!

بهار پنهنجي گلزاري ختم ڪئي آهي ۽ ودالي ڪئي آهي . ۽ ڪومايل ڪجهن گلن جو بوجهو جهلي ، مان سڙڻو ونو آهيان اوسيڙي ۾ .

چولهون شور مچائي رهيون آهن ، ۽ ڪپر تي چالوريءَ گهٽيءَ ۾ . پيلا پن ڦڙ ڦڙ ڪري پيا پٽجي پون .

تو خالي پيلي چالي نڪ نڪي لڳائي آهي !

چا ٻڌان ، هن پار جي ڪنڊ کان ، هير سان گڏ ايندڙ گيت جي آلاپن جي لڙ ڳندڙ لرزش لون محسوس نٿو ڪرين ؟

(٣٣)

مينهوڳي جوالا جي ڳهاٽين ڇانئن ۾، ٻليءَ پير پائي، ڪون هلين تون، رات جي خاموشيءَ جيان، سڀني نگهبانن کي ٽاريندو.

اڄوڪي صبوح پنهنجون اکيون ٻوٽي ڇڏيون آهن.

تيز ٻوراڙ ڪڻن جي ساندهه سنديش ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏنئي، ۽ هردم جي رت نيلي گگن مٿان ڌرو پڙدو ڇانئي ڇڏيو آهي. ٻيلائي درختن پنهنجا ڪنڌ ماٺا ڪري ڇڏيا آهن. ۽ هر هڪ مڪان جا سڀ دروازا بند آهن.

هن سنجيءَ حويليءَ ۾ صرف تون هڪڙو ئي لانگهائو ن آهين.

اڙي منهنجا ئي مِتر، منهنجا مٺا محبوب، منهنجي سراءِ جا دروارا کليل آهن —

سپنو ئي نه هليو وڃج.

(۳۳)

ھن انڌيءَ رات جو تون ٻاھر نڪتو آھين،
پنھنجيءَ پرم ياترا تي ڇا، منھنجا مترا؟
گگن پيو ٿو ڪنجھي جيئن نراش پراڻي.
رات جو ننڊ ٿي ڪانه آھي.
ھر ھر پنھنجو دروازو کولي اونداھ ۾ ليئا پيو پايان،
منھنجا دوست!
پنھنجي اڳيان ڪجھ به ڏسي نٿو سگھان.
تعجب اٿم تنھنجي واٽ ٿي ڪھڙي آھي!
سياھ سياھيءَ نديءَ جي ڪھڙي ڏنڌلي ڪپر تان،
زود رنج سھاڙيءَ جي ڪھڙيءَ دور دشا جي رخ کان،
ڪھڙيءَ وڏ وڪڙن واريءَ عميق جي انڌڪار مان،
تون واٽ وٺي پيو مون ڏي اچين، منھنجا ميت؟

(٢٤)

جڏهن ڏينهن پورو ٿئي،
جڏهن پکيئڙا ويڃڪ ڳائڻ ٿي بند ڪن،
جڏهن پوَن ٿڪجي ساڻي ٿي پوي.
تڏهن انڌڪار جي گهري چادر منهنجي مٿان وڇائي ڇڏ،
جيئن تو ڌرتيءَ کي ننڊرا جي اوڙهڻيءَ سان ڍڪي
ڇڏيو آهي ۽ نماشام جي مرجهندڙ ڪنول جي پنکڙين کي
ڪوملتا سان ٻوٽي ڇڏيو آهي.
اهيءَ پانڌيئڙي جي،
جنهن جي کاڌ خوراڪ واري ڳوٿري سفر پورو ٿيڻ کان
اڳ ئي خالي ٿي چڪي آهي.
جنهن جي ڌوڙ ڀري پوشاڪ ليڙون ٿي پئي آهي،
جنهن جي همت ٽٽي پيئي آهي،
تنهن جي پت رک ۽ لڄ ڍڪ،
۽ هن ۾ نئون جيءُ پيو، هڪ ڦول جيان،
پنهنجي مهروان رات جي پوش ۾.

(۲۵)

سومهڻي مهل ٿڪاوٽ ڪري، مونکي پاڻ سمهڻ ڏي اندرا داريءَ کي،

بنا آلاڪاليءَ جي، توتي پنهنجو وشواس ڪندي.

تنهنجي پوجا لاءِ هيڻي ڀڄ واري سنهت ڪرڻ لاءِ، مان پنهنجي ٿڪل آتما کي زور ڀار ڪرڻ نه چاهيندس.

تون ئي ته آهين جو ڏينهن ڀر جي ساڃاڻ نيڻن کي رات جي پڙيءَ سان ڍڪيندو آهين.

جنهن جاڳڻيءَ وقتي هن جي دوسٽي ورتڪ آنند ڀري تازي توانائي ٿئي.

(٣٦)

هو آيو ۽ منهنجي پاسي ۾ ويٺو، پر مان جاڳيس ئي ڪونه
ڪهڙي نه اها ندوري ننڊ هئي، هي نڀاڳا جيءَ!
هو آيو نه رات شانت هئي؛
هن کي هٿن ۾ ٻانهنجو سرندو هئو،
۽ منهنجا سپنا انهيءَ جي مڌر آلاپن سان گونججي ويا.
افسوس، منهنجون سموريون راتيون ائين وڃرت رهامي
ڇو ويون؟
ڀلا هن جو درس هردم مون کان ڳسي ڇو ٿو،
جيتوڻيڪ هن جو سواس منهنجي سپنن کي ڇهي ٿو؟

(٢٧)

جوتي، اڙي آهي ڪٿي جوتي؟
لمبا جي ٻرندڙ چٽڪ سان اُهيءَ کي جلاءِ!
ڏيئو آهي ليڪن وٽ جي لاٽ نه آهي ئي ڪانه، — ڇا
اهڙائي آهي تنهنجي تقدير، منهنجا مَنا!
اڙي، اُهيءَ کان وڌيڪ تنهنجي لاءِ نه موت بهتر ٿئي ها!
رحمت تنهنجو در پيئي کڙڪائي؛ ۽ هُن جو اهائو آهي،
ته تنهنجو سوامي جاڳرت آهي؛ رات جي اونداهيءَ ۾
توکي پريم ملن - لڪائي گهرائو اٿس.
آسمان بادلن سان ڇانيل آهي؛ برسات بند ٿيڻ جي ناهي.
مونکي نه ڄم ٿي ڪانه، ٿـــي پوي ته اهو آهـــي ڇا جو
منهنجي اندر پيو لُڇي، —
اُهيءَ جي ته اوٽ ٿي مونکي سمجهه ۾ نٿو اچي.
ڪن ساعت واريءَ کنوڻ جو شعاع منهنجي ڇهري لـي
زيادهه گهاٽي ڇانئا ڇانئي ٿو ڇڏي.
۽ منهنجو من اُهيءَ پٺ لاءِ پيو هٿوراڙيون هڻي،
جتان رات جو سنگيت مونکي سڏي رهيو آهي.
جوتي، اڙي آهي ڪٿي جوتي!
لمبا جي ٻرندڙ چٽڪ سان اُهيءَ کي جلاءِ!
گجگوڙ پيئي ٿئي ۽ هـــوا واڪيءَ وٿيءَ مان سـوڙائيون
ڪندي ڊوڪندي پيئي لنگهي.
رات اونداهي آهي جهڙو سياهه پٿر
اونده ۾ ائين ئي ويل نه وڃائيم.
پنهنجي پراڻن سان پريم جي جوت جلاءِ.

(٢٩)

جنهن کي مان پنهنجي شمد ۾ بند ڪيو آهي،
سو بنديخاني اندر پيو ٿو هنجون هاري.
مان سدائين رڌل آهيان چوڌاري هيءَ ديوار ٺاهڻ ۾،
جئين جئين هيءَ ديوار ڏينهون ڏينهن وڃي ٿي آسمان
طرف مٿي نهندي،
تئين تئين مان کوهندو وڃان ٿو نگاهن مان
پنهنجي هستي الهيءَ جي اونداهي پاڇي ۾.
هن عاليءَ ديوار لي مونکي ناز آهي ۽ گاري ۽ رتيءَ
سان انهيءَ کي ليپو ٿو ليپان ته متان انهيءَ منجهه ڪا وٿي
نه رهجي وڃي!
۽ اها جيتري جتري اون پيو وڪان.
اوترو ئي مان پنهنجي سچي هستي نگاهن مان کوهندو
پيو وڃان.

(٣٢)

سڀئي جيئا وسيلا هلائي، هن سنسار ۾ منهنجا گهڻگهرا،
مونکي پنهنجن پيرن ۾ قابو ڪري رکڻ جو يتن پيا ڪن.
پر تنهنجو پريم نرالو آهي.
جو هنن جي پيار کان اڌڪ ڪشال آهي،
۽ تون مونکي ڇڙواڳ ڇڏي ٿو ڏين.
متان مان کين ڀلجي نه وڃان،
هو ڪڏهن به مونکي اڪيلو ڇڏي نٿا سگهن.
هوڏانهن وري هڪ ڏينهن پٺيان ٻيو ڏينهن لنگهندو پيو
وڃي ۽ تنهنجو درشن ئي دُرلڀ آهي.
مان جيڪڏهن پنهنجي پرارٿنائن ۾ توکي نه به ڪٿي ساريان،
جيڪڏهن مان توکي پنهنجي هردي ۾ نه به سنڀاريان،
تڏهن به تنهنجو پريم منهنجي پيار جي دقي ۾ تنهنجي
الا قائم ئي آهي.

(۳۳)

ڏينهن ڏٺي جو، هو جڏهن منهنجي گهر گهڙي آيا، ۽ آکيائون:
”اسان هتي فقط هڪڙي ننڍي ۽ ننڍي ڪوٺڙي
والا رهنداسين.“

تڏهن چيو، ”اسان لوڪي اشت ڏهو پوڄا ۽ پڻ سهڪا ڏينداسين،
۽ هتي جي ڪروڙن مان صرف پاڻ وارو پنهنجو ئي وانو
نمرتا سان سو ڪار ڪنداسين؛“

تڏهن ڪاپوءِ هتي وچي پنهنجي هڪ ڪنڊ والاري،
۽ نهٺائيءَ سان جڳهه وٺي ٿانئيڪا ٿي ويٺا.

ليڪن رات جي اونده ۾ ڏسان ته زوراوريءَ ۽ ڏمڪي
سان، منهنجي پورو ڏهو اسٿان ۾ زبردستيءَ ڏوڪي، اُره
زوراوري ڪري، شور مچائي،

ٺاڪر جي اڳيان رکيل آسڻ تي ارداس پيمت ملڻ هيچ
سان پيا هڙپ ڪن.

(٣٤)

شل مان سندي باقي اهڙو ٿڪ ئي بچان
جنهن مان پوءِ توکي ڪوٺي سگهان سمورو ئي پنهنجو.
شل منهنجي اڇا گهٽجي اهڙي ناچيز ئي وڃي،
جنهن مان پوءِ محسوس ڪري سگهان توکي هر ڪس ۾،
۽ هر وستوءَ ۾ توکي پائي سگهان،
۽ هر پل توکي پنهنجي پريم، ڀيٽ ڪريان.
شل مان ٿوري اهڙو نه لڪڙو ئي وڃان
جنهن مان پوءِ توکي مور لڪائي ڇپائي ئي نه سگهان.

شل منهنجا بندن ڪٽجي باقي اهڙا ٿورا ٿين
جنهن مان پوءِ رڳو تنهنجي پاويءَ ۾ ئي جڪڙيل هجان
۽ تنهنجو پالو منهنجي جيون دوارا سڦل ٿئي —
۽ اهو ئي آهي تنهنجي پريم جي ڪڙي.

(٣٥)

جتي هردو نرڀو آهي ۽ ڪانڌ مٿي، اوچو آهي؛
جتي گيان نرٻنڌ آهي؛
جتي سوڙهن گهرائو ديوارن ذريعي، سرشٽيءَ کي پرزا پرزا
ڪري ڌارن ڪيو نه ويو آهي؛

جتي سخن، صداقت جي عميقيءَ مان ٿا نڪرن؛
جتي لڳاتار اُدم پنهنجون ٻانهون پورنتا ڏي
ڊگهيڙي ٿو؛

جتي ٻڌيءَ جي شفاف نهر پنهنجي وهڪ ڪٺن
رسمن جي ٿوٽ وٽران ريگستان ۾ کوهي ناهي؛
جتي آتما جي پرگتي شيل وچار ۽ آچار جي لون رهنمائي
ٿو ڪرين —

اهڙي ٿي سوتنترتا جي سرڳ ۾، منهنجا پرم پتا،
شال سوڌيش سجاڳ ٿئي.

(٣٦)

هيءَ منهنجي آرادنا آهي توکي، منهنجا ناٿ —
اُکوڙ، منهنجي مَن جي مفلسيءَ جون پاڙون، اکوڙ.
بل ڏي مون کي ته پنهنجا ڏک ۽ سک سنهنجائيءَ سان سهي سگهان.

بل ڏي مون کي ته پنهنجي پريم کي سڦل ڪريان شيوا ڪارڻ پر.

بل ڏي مونکي ته ڪڏهن به دردرن کي نه لوڙيان.
۽ نه جهڪان ڪڏهن به اهنڪاري شڪتيءَ اڳيان.
بل ڏي مونکي ته روز مره جي ننڍ ننڍ کان پنهنجي من اسٿتيءَ کي مٿي ارچو رکان.

۽ بل ڏي مونکي ته پنهنجيءَ شڪتيءَ کي شرڌا سان تنهنجي ئي اڇا ارپڻ ڪري ڇڏيان.

(۳۷)

سمجهيم ته منهنجي سفر جي پڄاڻي اچي چڪي هئي ، منهنجي شڪتيءَ جي انتم سيما تائين —

۽ منهنجي اڳيان واٽ بند ٿي وئي هئي ؛
وکر سڀ کٽي ويا هئا ۽ گهڙي اچي سهڙي هئي خاموش، گوشي نشينيءَ جي شرط وٺڻ جي .
ليڪن اوچتو ٿو ڏسان ته تنهنجي ڀاويءَ جو منهنجي لاءِ انت ئي ناهي .

۽ جڏهن ڪهنا شبد مُک تائين اچي ته شانت ٿي ويندا آهن .

ته ورِي نوان آلاپ هرديه جي اندران نرماڻ ٿيندا آهن ؛
۽ جتي پراڻا پيچرا غائب ٿي ويندا آهن ،

ته نئون پرديش پرگهٽ ٿئي ، پنهنجي ادڀوتن سميت

(٣٨)

مونکي لوڙ آهي تنهنجي، صرف تنهنجي —
بلاشڪ منهنجي دل ائين ور ور ڪري اچاري بنان ڪڏهن انتها جي.
سڀئي ترشنائون جيڪي مونکي ڏينهن پريشان ڪن ٿيون، سي آهن ڪچيون ۽ اوڙ تائين کوکيون.
جئن رات پنهنجي انڌڪار ۾ ٿي پرڪاش لاء التجا لڪائي سانڍي رکي ٿي،
تئن منهنجي بيخوديء جي گهرائيء مان به اها ئي پڪار گونجي ٿي —
مونکي لوڙ آهي تنهنجي، صرف تنهنجي.
جئن آنڌي به انت ۾ پنهنجي سمابتي شانتيء ۾ لهي ٿي اوچي،
جڏهن هوءَ زور سان پنهنجي سموري طاقت لڳائي، شانتيء سان وڃي ٿي ٽڪر کائي،
تئن منهنجو انقلاب به وڃي ٿو تنهنجي محبت سان ٽڪرجي.
۽ تڏهن به الهيء جي اها ئي صدا آهي —
مونکي لوڙ آهي تنهنجي، صرف تنهنجي.

(٣٩)

جڏهن هردو نُوٽ ۽ ڪٺور ٿئي، تہ اچجي مهنجي مٿان مهر جو مينهن وساءِ.

جڏهن جيون مان رسڪتا اڏري ٿي وڃي، تہ هليو اچ سنگيت سُڌيءَ ڏن سان.

جڏهن ڪم ڪاج جي گوڙ گهمسان ڪري چوطرف ڌمچر ٿو مچي، ۽ مون پار کان واڇڙو ڪري ٿو ڇڏي، تہ هليو اچ مون وٽ، مهنجا شانتي سروپ سوامي، پنهنجي سنتوش ۽ شانتيءَ سميت.

جڏهن مهنجو ڪنگال قلب ڪرلڙو لي ڪنڊ پاسي ٻاڙ لڪائي ٿو وهي،

تہ دروازو ڀڃي کول، مهنجا راجا، ۽ هليو اچ شاهاڻي شان سان اندر سان.

جڏهن واسنا مون کي مايا ۽ مٽيءَ سان انڌو ٿي ڪري ڇڏي،

تہ اون پاڪدامن ۽ اون سجاڻ، هليو اچ پنهنجي پرڪاش ۽ گرجنا سميت.

(٤٠)

ڏينهن جا ڏينهن برسات رکجي وئي آهي، منهنجا
ڀڳوان، منهنجي ڏُٺ خشڪ دل ۾.

آڪاس بہ بيباڪ طرح اُگهاڙل آهي، جو ڪنهن هڪ
نفيس بادل جو ڪو سنهڙو پڙدو بہ ڪونهي،

ڪائي ماٺ ڪو اڳيسي ڏور ٺڌي برساتي ورکا جو ڪو
اشارو بہ ڪونهي.

موڪلي ڏي پنهنجو ڪروڌي طوفان، موتمار اُونڌڪار ڀريو،
اگر اها ئي آهي تنهنجي اڇا،

۽ کنوڻ جي ڦٽڪن سان آسمان کي هڪ ڪنڌ کان ٻئي
ڪنڌ تائين ڏوڙي ڇڏ.

ليڪن واپس گهرائي وٺ، منهنجا سوامي، واپس گهرائي
وٺ هيءَ چوڌاري ڦهليل خاموش اُشن، ماٺڙي، تيز ۽ اردئي،
هرديہ کي ڀيانڪ نراشا سان جلائيندڙ.

ٿل مٿان ڪهي هيٺ اچي مهر ڀريل ميگهہ،
جئن هوندو آهي ماءُ جو نهارڪو منهن، جڏهن ڏاڏهن
پتا ڪندو آهي ڪروڌ.

(٤١)

سڀني جي پٺيان ڪٿي بيٺو آهين، منهنجا پريتم، ڇانوَن ۾ پاڻ لڪائي؟ اهي توکي ليکيا ٿا ڏين ۽ ڌوڙ واري رستي تان ٽڪري ڌڪو ڏيئي نه ليکي اوکي اورانگهي هليا ٿا وڃن. مان هتي انتظار جون گهڙيون ٽاريسي، تنهنجي لاءِ پنهنجون پيشڪشون پکيڙي ويٺي آهيان. جيڪي پنڌ واٽهڙو اچن ٿا، سي منهنجا گل هڪ هڪ ڪري کڻندا پيا وڃن ۽ منهنجي ٽوڪري لڳ ڀڳ اڄ خالي ٿي آهي.

صبح جو ٽائيم ٽري ويو آهي ۽ منجهند جي ويل. شام جي ڇانوَ ۾ منهنجون اکيون ننڊ آکڙيون ڪري ڇڏيون آهن. ماڻهو گهر موٽندي، اکيون ٽيٽ ڪري پيا مون ڏانهن نهارن ۽ مرڪن ۽ مونکي شرمندو ڪن. مان هڪ ڀڪارڻ ڇوڪري وانگر ويٺي آهيان پنهنجو پلئو منهن مٿان وجهي، ۽ هو جڏهن پڇندا آهن ته اهو ڇاهي جو توکي کپي ته پنهنجون اکيون ٿي ڪري هيٺ ڪندي آهيان.

اڙي، اها حقيقت ته ڀلا مان ڪين ڪيئن ڏسيان ته تنهنجي لئي اوسيئڙي ۾ آهيان ۽ تون پڻ اچڻ جو انجام ڪيو آهي. حياءُ وچان ڪيئان ته ڪئين ته پنهنجي لئي هندي لاءِ سهڙي ويٺي آهيان هيءَ مفلسي.

مان گاهه تي ويٺي هوندي آهيان ۽ آسمان طرف تڪيندي آهيان ۽ هڪ سپنو ڏسندي آهيان تنهنجي اچانڪ پهچڻ ساڻ نڪارجڻ جو — سڀئي ٻتيون روشن ٿيل، سونهري جهنڊيون

تنهنجي واهڙ مٿان ڦڙڪندا رهن ۽ تو سنئين رستي جي پاسن
کان واٽ ڦاٽي بيٺل آيا، جڏهن هو ڏسندا ته ڪٿي نه تون
پنهنجي آستان تان لهي هيٺ اچي موالڪي ٻَتَتَ مان آٿاري ۽
وهارين ٿــو، پنهنجي پار ۾ مون هڪ مڙيءَ ۽ گدلي پهرو
چوڪريءَ کي، ڪنبندڙ شرم ۽ ٿان وڃان، اونهاري جي هير
۾ لڏندڙ ول وانگر.

ليڪن سمو رمندو رهي ٿو ۽ اڃا تائين ڪوله تنهنجي
رٿ جي ڦيٿن جو آواز. ڪيتريون ئي ڇپرون تنگهي وڃون
آهن ڏنڊيون ۽ گوڙ گهمسان ۾ ۽ شان شوڪت سان. ڇــو، فقط
تون ئي آهين جا جو پٺتي هوندين اوندهه ۾، خاموش ۽ سڀني
جي پويان؟ ۽ فقط مان ئي آهيان جو پيني هولديس اوسيڙي
۾ ۽ پوئي هڄندس، ۽ اندر تــي الــدر بيئي ٻاڻ ڳاريندس
اجائي آڪر ۾؟

(٤٢)

ٻڌم ڦٽيءَ جو ئي سس ٻس شروع ٿي ويئي، ته ڪنهن ٻيڙيءَ ۾ رڳو تون ۽ مان ئي سفر ڪنداسين.

۽ دنيا ڀر جي ڪنهن ٻئي ٻشر کي به اسان جي نه ڪنهن وديش ڏانهن ۽ نه ڪنهن اُديش سان هڪ ٻيڙيءَ ياترا جي ڪا ڪل به ڪانه پوندي.

انهيءَ بي پايان ساگر ۾، سانتيءَ ۾، تنهنجي مرڪندي ٻڌڻ سان ئي منهنجا گيت سنگيت تي ڦهلندا، ڇولين جيان ڇڙواڳ، ۽ شبد بندشن کان مڪت.

اڃا ويل ڪانه آئي آهي ڇا؟

اڃا ڪي ڪم هاج رهيل آهن ڇا؟

اڙي، سنڌيا به ساگر جي ڪپ تي اُتري آئي آهي ۽ پرڪندڙ روشنيءَ ۾ سامونڊي پکيئڙا به پنهنجن آکيڙن ڏانهن اُڏامندا پيا اچن.

ڪير ڄاڻي ته ڪڏهن لو لنگر کڄي ۽ ڪشتي شفق جي انتم شعاع وانگر رات ۾ لوپ ٿيندي رهي؟

(٤٤)

اها ئي منهنجي راحت آهي جو رستي کان پاسيرو ترسي، ڏسو لکمان ته ڪيئن تو پاڇو پيڇو ڪري پرڪاش جو ۽ ڦوهارو اچي اونهاري جي آڌر سان.

دوت اگم آڪاس مان سنيها آڻي منهنجو سواگت ڪن ٿا ۽ سنئون پرينڌا واٽ وٺيو ويندا رهن ٿا.

منهنجي اندر آتما پرسن آهي ۽ لنگهندڙ هير جو هڳاءُ مڌر آهي.

پرڀات کان اماشام تائين، مان پنهنجي ابهي رمدلي ويٺو هوندو آهيان.

۽ ڄاڻان ٿو ته اچانڪ ڪڏهن نه ڪو شڪوار ساعت اچي جو مان درس ڪندس.

تيستائين مان ڀي مرڪندو آهيان ۽ اڪيلو ئي اڪيلو ڀي گنگنائيندو آهيان.

اهڙيءَ وچ وايو ڀرجي ويندي آهي آس جي واس سان.

(٤٥)

تو هن جو ٻڌي، هن ڄاڻي هلڻ ٻڌو نه ڪولهي؟
هو اچي ٿو، اچي ٿو، پل پل اچي ٿو.
هر گهڙيءَ، هر سمي، هر روز، هر رات،
هو اچي ٿو، اچي ٿو، پل پل اچي ٿو.
ڪيترن ئي گيت ڳايا اٿم، ڪيترن ئي مزو ڪيفن ۾،
پر انهن سڀني سرن اهو ئي ٻول پرسد ڪيو آهي،
“هو اچي ٿو، اچي ٿو، پل پل اچي ٿو.”

سهاڻي اپريل جي سڳنڌمئي ڏينهن ۾، جهنگل جي پيچرن مان هو اچي ٿو، اچي ٿو، پل پل اچي ٿو.

جولاءِ ۾ چؤماسي جي انڌڪاري ۽ پل وارين جو بادلن جي گرجندڙ رٿ ۾ هو اچي ٿو، اچي ٿو، پل پل اچي ٿو.

هر ڏک ۽ ڪليش ۾ اهي هن جا ئي چرڻ آهن جي منهنجي هردي کي ڇهن ٿا ۽ هن جي چرڻن جو ئي سونهري سپرش آهي، جو منهنجي واسنا کي روشن ڪري ٿو.

(٣٦)

مون کي ڄاڻ ئي ڪانهي تہ ڪهڙي گهڙيءَ سمي کان وٺي تون هر لمحي پٺي قريب آيو آهين مون سان ملڻ لاءِ.

ڪهڙيءَ ريت، تنهنجو سج ۽ ستارا لوڪن کان هر گز مون کان لڪائي ڇپائي نہ سگهندا.

ڪيترا ئي پيرا صبح ۽ شام، تنهنجي قدمن جو آهٽ ٻڌڻ ۾ آيو آهي،

۽ تنهنجو قاصد منهنجي قلب اندر لنگهي آيو آهي، ۽ مون کي اڪيلائيءَ ۾ ڪوٺيو اٿس.

مان نہ سمجهي سگهان تہ اڄ منهنجي جيءَ ۾ لرزش ڇو آئي آهي.

۽ نورالمدد راحت جو احساس منهنجي هردي مان روان آهي.

اهڙو ٿو ڀاسي تہ ڄڻڪ منهنجي ڪاروبار سميٽڻ جي مهل اچي سهڙي آهي،

۽ هوا ۾ تنهنجي سڳنڌ ۽ ولايتا جو ڪومل واس ٿو محسوس ڪريان.

(٤٧)

لڳ ڀڳ ساري رات وهامي ويئي آهي اجائي هن جي اوسيئڙي ۾. انديشو اٿم ته متان صبوح ساڻ اوچتو ئي نه اچي سهڙي منهنجي ڀري وٽ، جڏهن ٿڪاوٽ سبب مان گهور ننڊ ۾ هجان.

مترو، هن لاءِ راهه کليل ڇڏي ڏجو، هن کي روڪجو نه.

جيڪڏهن هنجي قدمن جي آهٽ ڪري جاڳي نه سگهان، ته به مونکي اٿارڻ جي ڪوشش نه ڪجو، مان منت ٿو ڪريان.

چاهيان ٿو نه پکين جي ڏميڙ واري سر - سنگم سان به ننڊ مان نه اٿان.

۽ نه صبوح جي روشنيءَ واري اُسڙ ويلي هوا جي هنگامي سان ٻڙ.

ڀل آڏکي مونکي سمهڻ ڏيو، اگر منهنجو ناٿ به ڪٿي اوچتو منهنجي در تائين هليو اچي.

آه، منهنجي ننڊ پياري ننڊ، جا ٿورسل آهي غالب ٿيڻ لاءِ صرف هنجي ڇهاءُ سان.

او، منهنجون ٻوٽيل اکيون ڇپر کوليندينون صرف هن جي مرڪ مهڪ سان، جڏهن هو اچي بيهندو، آڏو سامهون بر ڪهت ڏي ننڊ جي اڌڪار مان سپني جيان.

بلاشڪ حاظر ٿئي هو منهنجي اکين اڳيان ٻهرياڻين سپني پرڪاش ۽ سروپن کان اڳ ۾ ئي.

هن جي نگاهه سان ئي پلي نه منهنجي جيت آتما کي سڀني ٻهرلين لي آنند جو لطف.

۽ پوءِ منهنجو سمائڻ ٿئي ارت ۾ ئي ساڳيا هن ۾.

(۴۸)

صبوح جي سالت وارو ساگر پکين جي گيتن جي ڇولين
سان ڇلڪڻ لڳو ۽ پٽ جي پاسن کان هئا خوشگوار گل ۽
۽ سون جو خزانو ونڊجي رهيو هئو بادلن جي وٿين مان،
جنهن وقت اسان پنهنجيءَ ڌن ۾ لڳي پنهنجي راهه وٺي رهيا
هئاسين ۽ ڪو ڌيان ئي ڪونه ڏنوسين.

اسان ڪو مزيدار گانا ڳايا ۽ نه کيڏيو ٽپي، نڪو ڪو
اسان واپس ڳوٺ ۾ سودي لاءِ؛ اسان هڪ حرف به نه ڪڇيو
۽ نڪو ڪو مشڪيوسين؛ اسان واٽ تي مانجهاندو به ڪونه ڪيو.
اسان پنهنجي وک وڌائي وڌيڪ وڌيڪ تکڙي، جئن
وقت پئي وڌ تيزيءَ سان گذريو.

سورج آسمان ۾ ڪاپار تائين چڙهي چڪو هئو ۽ ڪبوتن
ڇانوري ۾ پئي "گهوُ گهوُ" ڪئي، سڪل پن پئي لڏيو ۽
ڦيرانيون کاڌيون منجهند جي لُوءَ ۾.

ريڍار ٻيگر بڙ جي درخت جي ساهي ۾ پئي گهيرٽ
کاڌا ۽ خواب لڌا ۽ مان پنهنجو پاڻ جهل جي ڀرسان ليٽي
پيس گاهه مٿان پنهنجن ٿڪل عضون کي تيزي پکيڙي ڇڏيم.

منهنجا سنگتي منهنجي حقارت وچان مذاق اُڏائڻ لڳا.
هنن پنهنجا ڳاٽ مٿي ڪيا ۽ ڊوڙ ۾ هليا ويا؛ هنن ڪڏ
ڪ رائي پٺيان نهاريو به ڪونه ۽ نه ڪو آرام ئي ڪيو؛ هو دور دور
نيلي ڌنڌ ۾ گم ٿي ويا. هو ڪيترا ئي چراگاهه ۽ ٽڪريون پار
ڪري ويا ۽ وچتر ۽ ڏورانهن ڏيهن مان لنگهي ويا.

(٤٩)

تون پنهنجي سنگهاسن تان لهي هيٺ آئين ۽ اچي منهنجي جهوپڙيءَ جي ٻاهران وٽ بيٺين.

مان هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ صرف پنهنجي منهن ئي ڳائيندو ۽ آلاپ تنهنجي ڪن تي پيو.

تون لهي هيٺ آئين ۽ اچي منهنجي جهوپڙيءَ جي ٻاهران وٽ بيهي رهئين.

تنهنجي دربار ۾ گهڻائي ڪلاونت آهن ۽ لڳاتار سنگيت پيو ڳائجي.

پر هن نوال جي سادي سر تنهنجي پريم کي ڇيڙي ڇڏيو.

هڪ ننڍو سوز ڀريو آلاپ، جنهن ۾ رليل هئو پرڪرتيءَ جو مهان سنگيت ۽ ڀيٽ طور هڪ گل کڻي تون لهي هيٺ آئين ۽ منهنجي جهوپڙيءَ جي ٻاهران وٽ ٿمجي ويٺين.

(٥٠)

ڳوٺ ۾ رستي تان در در ڀڪندو ھلندو پئي ويس، تہ تنهنجو سونو رٿ پري کان ٿي ڏسڻ ۾ آيو، جڻ ھڪ لجاميدار سپنو، ۽ عجب لڳم تہ ڪير ھوندو ھيءُ شاھن جو شاھ! منهنجون آشائون اڀريون ۽ سمجهيم تہ منهنجي ٻرن ڏينهن جي پڄاڻي ٿي چڪي ھئي، ۽ مان انھيءَ گھڙيءَ ٻيک ملڻ لاءِ ترسيو بيٺو ھوس ۽ چوڌير مٽيءَ ۾ ٽڙيل پکڙيل ڏن لاءِ.

رٿ اچي ڪڙو ٿيو جتي مان بيٺو ھوس.

تنهنجي نگاھ مونکي پيئي ۽ تون مرڪندو لهي ھيٺ آئين. احساس ٿيم تہ آخر منهنجي جيون ۾ خوشنصيبي آئي ھئي، تڏھن تو اوچتو پنهنجو ھٿ ڊگهيڙيو ۽ پڇيو، ”تو وٽ ڇاھي مونکي ڏيڻ لاءِ!“

اوھو، ڇا تہ ھئي اھا شاھاڻي ٺٺولائي جو پنهنجو ھٿ ڦھلائي ھڪ بکاريءَ کان ٻيک گھري! مان منجهي پيس ۽ ھڪڙو ٻڪڙو ٿي بيهي رھيس ۽ بغل ٿيلهيءَ مان آھستگيءَ سان ننڍڙو ذرڙو ان جو ڪڍيو ۽ توکي ڏنم.

ليڪن منهنجي حيرت جي حد ٿي ڪانہ رھي جڏھن تماشام جـو مان ٿيلـي پنهنجي ڦرڙي خالي ڪئي تہ ڏٺو ھڪ ننڍڙو ٽڪڙو داڻو سون جو انھيءَ ڍيڙيءَ ۾.

مون زار زار رنو ۽ چاھيم تہ ڇو نہ جيڪر توکي دل و جان سان سڀ ڪجهہ ڏئي ڇڏيو.

(٥١)

رات اونداهي ٿي ويئي، اسان جا ڏينهن جا ڪم ڪاج پورا ٿي چڪا هئا.

اسان سوچيو هو ته رات وارو پويون مهمان پهچي ويو هو ۽ ساري ڳوٺ ۾ در — بند ٿي چڪي هئي.

صرف ڪن چيو ٿي ته باقي راجا اچڻو آهي.

اسان کلي ڏنو ۽ چيو، "نه اهڙو ٿي ئي نٿو سگهي!"

اهڙو لڳو ڄڻڪ دروازي تي ڪڙڪا ٿيا ۽ اسان سوچيو ته هوا کان سواءِ اهو ٻيو ڪجهه به نه هوندو.

اسان ڏيئن بجهايون ۽ ليٽي سمهي پياسين.

صرف ڪن چيو، "اهو ڪو به ته قاصد آهي!"

اسان کلي ۽ چيو، "نه اها هوا ٿي هوندي!"

اڌ رات جو هڪ آواز ٿيو. اسان ننڊ آکڙائيءَ ۾ سمجهيو ته اهو ڪا ڏور واري گجگوڙ هوندي.

ڌرتي ڏڏي، ديوارون لڏيون ۽ اسان کي اهيءَ ننڊ ۾ هلاڪ ڪرڻ لڳي.

صرف ڪن چيو اهو ڦيٿن جو آواز هو.

اسان ننڊ آکڙائيءَ ۾ ٻاڙا ٻاڙا ڪري چيو، "نه، اهو هوندو ٻادلن جو گجگوڙ!"

رات اڃا ڪاري ٻاٽ هئي، جڏهن دهل وڳو. آواز آيو: "جاڳو ٿيو! دير نه ڪريو!"

اسان پنهنجا هٿ رکي پنهنجون ڇاتيون دٻايون ۽ ڊر وچان ڏڪڻ لڳاسين.

ڪنهن چيو، ”ڏسو اها آهي راجا جي ڏيا!“

اسان پنهنجي بسترن اُٿيا ئي کڙا ٿياسين ۽ رڙيون ڪري چيوسين، ”دير ڪرڻ لاءِ وقت ئي ڪٿي آهي!“

راجا اچي سهڙيو آهي — ليڪن، شمعدان ڪٿي آهن؟ ڪٿي آهن ڦول مالهائون؟ سنگهاسن ڪٿي آهي، هن کي براجمان ڪرڻ لاءِ؟

اڙي حيف، او بلڪل حيف! ڪٿي آهي ڪمرو ۽ سجاوٽ سامگري؟ ڪنهن به ته آکيو، ”بيڪار آهي هي رڙ واڪا! خالي هٿين هن جو سواگت ڪريو ۽ آڳمن ڪريو هن جو پنهنجي خالي ڪوٺين ۾!“

کولي ڇڏيو دروازا، وڄايو سنک کڻي! آڌيءَ رات آيو آهي اسان جي اونداهي ۽ اُجاڙ گهر جو راجا. گهگهور ڳجڪن ۾ پيئي گجي، انڌڪار کنوڻ جي ڪارڻ پئي ڪنبي. ڪڍي اچ ٻاهر پنهنجو ڦاٽل تڏو ۽ ان کي وڇاءِ اڱڻ ۾. آنڌيءَ سان گڏ اچي ويو آهي اوچتو اسان جو ڀيانڪ رات جو راجا.

(۵۳)

چاھيم ته توکان گھري وٺان — ليڪن ھمت ٿي ڪانه ٿيم- تنھنجي ڳلي وارو گلاب جي گلن جو ھار.

تنھنڪري صبوح ٿيڻ تائين ترسيس ته جڏھن تون اٿي وڃين ھليو ته مان ٻه ملڻ ڪجھه ذرا ٻرڙا بستري تان.

۽ ڀڪاريءَ جيان اسر ويلي ڳوليم ٿي صرف ھڪ ٻه رُلَ کُلَ پنکڙي.

اڙي ماءِ، ڇا لڌو اٿم؟ تنھنجي پيار نشاني ڪھڙي ڇڏي وئين؟ اھو گل ناھي، نه نه ڪي مصالحا، نه نه ڪا خوشبودار پاڻيءَ جي صراحي. اھا آھي تنھنجي طاقتور تلوار، جا چمڪي ٿي آگ وانگر، ڀاري جھڙو گجگوڙ جو ڪڙڪو.

دريءَ مان لنگھي اچي ٿي صبوح جي ڪومل روشني، ۽ ڦھلائي ٿي ڇڏي پاڻ کي تنھنجي بستري تي.

صبوح جو پکي "چون چون" ڪري اچي ٿو، "ناري، تو ڇا لڌو آھي؟" نه، اھو ڪو گل ناھي، نه نه ڪي مصالحا، نه نه ڪو خوشبودار پاڻيءَ جي گلابداني — اھا آھي تنھنجي ڀيانڪ شمشير. مان ويٺي عجب ۾ سوچيان ٿي ته ڪٿي ڪيڏو آھيان، ڪھڙي آھي ھيءَ تنھنجي سوغات! مون کان نه اھا جڳھه ٿي ڳولھي لڀي جتي ڪٿي ھن کي لڪايان. مان ڪمزور آھيان ۽ شرم ٿو ٿئيم ته ھن کي پھري گھمان ۽ جڏھن ڇاتيءَ سان ٿو لڳايانس ته مونکي عذاب ٿي ڏئي. تنھن

( ٥٣ )

سهڻي آهي تنهنجي ڪنگڻي، ستارن سان سينگاريل ۽ گوناگون رنگين جواهرن سان جڙيل هوشياريءَ سان، ليڪن منهنجي لاءِ اهيءَ ڪان ۽ آهي سندر آهي تنهنجي شمشير، وڄ جي ور سان، وشنوءَ جي پکڙيل پرن واري غيبي پکيءَ واڳر پرن طرح سوريه - آستمي لال جوشيلي روشنيءَ ۾ ٺيڪ ٺهيل.

هو ائين ڌڪي ٿو جيئن ڪو انتم پران ارپڻ ڪندو آهي پيڙا جي آنند ۾ مرتيوءَ جي آخرين وار جي وقت ۽ هوءَ چمڪي ٿي پوتر جواليءَ جيان، جا دنيوي حرص کي هڪ ئي ڀڙڪيدار شعلي سان ڀسم ڪري ٿي ڇڏي.

سهڻي آهي تنهنجي ڪنگڻي، ستارن جي موتين سان جڙيل، ليڪن تنهنجي تلوار، او گجگوڙ جا داتا، ٺهيل آهي بيحد سندرتا سان، جنهن ڏانهن نهارڻ يا جنهن جو ڌيان ڪرڻ ئي هيبتناڪ آهي.

جو منهنجي لوڪن يادگيري رهي. ليڪن اها يادگيري ته مان لوڪي منهنجي پياس مٽائڻ لاءِ پاڻي ڏنو هئو، منهنجي هردي سان چهٽيل رهندي ۽ مدرتا ۾ وڪوڙي رکندس. صبوح جي پهر ۾ اوڀر لئـي وڳي آهي، مکي ٽڪل آلاڻن ۾ پيو ڳالهي، تم جيا پڻ مٺان ڦڙ ڦڙ پيا ڪن ۽ مان ونيڊ آهيان ۽ پيو سوچيان ۽ پيو لو سوچيان.

(٥٥)

مايوسي منهنجي من مٿان سوار آهي ۽ تنهن جو خمار اڃا تائين منهنجي اکين تي چڙهيل آهي.

ڏوکي اڃا سڀهو ملبو ٿي ناهي ڇا ته ڪنول ڪمدن جي وچ واهي شان ۽ شوڪت سان حڪومت ڀلو هلائي؟ جاڳ، اڙي سجاڳ ٿيءُ! ائين نه لڳي جو وسل وڙمد هلي وڃڻي!

پنڌالين سڙڪ جي پوڙيءَ وٽ، اڪاڪر اڪيلائي واري پردلش ۾ ويٺو آهي منهنجو ميت اڪيلو ٿي اڪيلو. هن کي دوکو نه ڏجانءِ. جاڳ، اڙي سجاڳ ٿيءُ!

ڇالي ٿيو اگر آسمان سهڪي ٿو ۽ لرزي ٿو، منجهند جي سج جي ڏرڪڻ ڪارڻ — ڇا ٿيو اگر لعل واري ڦهلائي ڇڏي آسمان جو پالڻ — منهنجي اندر جي اونهائن ۾ آنند ڪرلهي ڇو؟ منهنجي هر قدم هلڻ سان، سڙڪ جو سرلند و دود پرٿي مٿو سگهيت ۾ نه ڇڙلدو ڇا؟

(٥٦)

اهڙيءَ طرح تنهنجو الله ٻاهر ۽ اندر آهي مون ۾.
اهڙيءَ طرح تون هليو آيو آهين مون ۾، اڙي تون ساري سرشٽيءَ جا سوامي، تون ته ڪنڌالهن وڃي هان تنهنجو ٻاهر، ڇو ڪڍهن مان ٿي ا. هجان هان ؟

تون ته مونکي هن دؤلت ۾ ٻاگهي ٻاٻوار ڪري ڇڏيو آهي. منهنجي هردي اندر تنهنجي ئي الست آلد جــي لهلا آهي. منهنجي اندر ۾ تنهنجو پاڻو ئي سدائو ضرورتال لي ٻيو لهي.

جيئن ڪري ٿي تون شاهن جو شاهه آهين جو سوراهن سنگار ڪيا الٿي منهنجي دل لهائي لاه، ۽ تنهن ڪري ٿي تنهنجو ٻاهر ٻنهنجي ٻاهيءَ جي ٻاهر ۾ ڪوهجي ٿو وڃي، ۽ الي تلي ملي ٿو تنهنجو درس اهوئي جي ٻاهرون سمجهه ۾.

(٦٠)

الست سرشتن جي ساگر ڪناري تي ٻار مڙن ٿا. ٻي الست آسمان مٿي مٿان اسٽر آهي. ۽ چمڪيل جهل شوڀلو آهي. الست سرشتن جي ساگر ڪناري تي ٻار مڙي رڙيون واڪا ڪن ٿا. ۽ لڇو نچن ٿا.

هو رانديءَ سان پنهنجا گهر ڙا اڏين ٿا ۽ خالي ڪوڏين سان راند روند ڪن ٿا. سڪل سڙيل پنن مان ٻيڙيون ٺاهين ٿا ۽ مرڪندي انهن کي تارن ٿا اڏه ساگر ۾. ٻار ڙا ڪن ٿا پنهنجي راند روند سرشتن جي سمنڊ ڪناري تي.

هنن کي ترڻ اچڻي ڪونه، کين جار وجهڻ جو ڏانءُ نه ڪولهي. سپن جا ٽوپا سپن لاءِ گهتون هڻن ٿا، وڻجارا جهازن ۾ سفر ٿا ڪن، جڏهن ٻار ڙا ٺڪر ڪٺا ڪن ٿا ۽ وري اڇلائي ٿا ڇڏين. ۽ ولڪل خزانو ڳولڻ لي نٿا، کين جار ڦهلائڻ اچڻي ڪونه.

ساگر هسيءَ سان مٿي چڙهي ٿو ۽ سمنڊ جي ڪناري جي مهڪ ٻالي تي چمڪي ٿي. مڙامار چولهون ٻيان مطلب کيس ڳائي ٻڌن ٻارڙن لاءِ، جئن ماءُ ڪندي آهي ٻالڪ جي هندوري کي لوڏيندي. ساگر کيلي ٿو ٻارڙن سان ۽ سمنڊ جي ڪناري جي مهڪ ٻالي تي چمڪي ٿي.

الست سرشتن جي ساگر ڪناري تي ٻارڙا اچي ٿا گڏجن. طوفان پنڪي ٿو اڃ واه آڪاس ۾، غوراب غرق ٿي وڃن ٿا اڃا ٻالان سمنڊ ۾، مرڻو ٻرپان ٻمل آهي ۽ ٻار ڙا پيا رانديون ڪن. الست سرشتن جي سمنڊ ڪناري تي لڳي ٿو وڏو ميڙاڪو ٻارڙن جو.

(٦١)

ننڊ جيڪا ٻالڪ جي اکين مٿان ڦري لاڏا ڏئي — آهي ڪنهن کي ڪل ته اها اچي ڪٿان ٿي؟ هائو، افواهه آهي ته اُنهيءَ جو نواس آهي هڪ پرين جي ڳوٺ ۾، ٽانڊاڻن جي ڌنڌلي روشن ڪيل جهنگل جي ڇانوَن ۾ جتي لاڙ جهڙي آهن ٻه شرميلون موهيندڙ مکڙيون، اُتان ٿي اچي اها ٻالڪ جي نيڻن کي چمڻ لاءِ.

ٻالڪ جڏهن ننڊ ۾ آهي ته مرڪ ٻالڪ جي چپن تي لهرائي ٿي — آهي ڪنهن کي ڪل ته اها ڪٿي جنمي هئي؟ هائو افواهه آهي ته ٻهراڻ ماهه چنڊ جي ننڍڙي پيلي ڪرڻ غائب ٿيندڙ بادل جي ڪنار کي ڇهيو هئو ۽ اُڏهن ماڪ - ڌوتل صبوح جي سپني ۾ پهرياڻ مرڪ جو جنم ٿيو — مرڪ جيڪا سمهڻ پٺي ٻالڪ جي چپن تي ٽمڪي لهرائي.

مٺڙي، ڪومل تازگي جيڪا ٻالڪ جي انگن تي ڦراڄي ٿي — آهي ڪنهن کي ڪل ته ڪٿي هئي لڪل هيل تائين؟ هائو، جڏهن ماتا هڪ ننڍڙي نينگر هئي، هوءَ سمائل هئي هن جي هردي ۾ پيار جي سانتيڪي ۽ ڪومل ڳجهارت ۾ — مٺڙي، ڪومل تازگي جا ڦولي آهي ٻالڪ جي انگن ۾.

( ٦٢ )

جڏهن ٻه مان تو وٽ ڪٺي ايندو آهيان رنگ برنگي رانديڪا، منهنجا ٻار، سڌ اٿم ته ڇو آهي اهڙو تماشو رنگن جو بادلن ۾، جل تي، ۽ ڇو آهن گل ڦل رنگن سان — جڏهن ڏيندو آهيان رنگين رانديڪا توکي، منهنجا ٻالڪ.

جڏهن ٻه مان توکي نچائڻ لاءِ ڳائيندو آهيان، مان سچ پچ سمجهان ٿو ته ڇو پنن ۾ سنگيت پيل آهي، ۽ ڇو ڇولين سر سنگم آواز موڪليندڙيون آهن سرچ سان سڻندڙ ڌرتيءَ جي هردي ڏانهن.

جڏهن ٻه مان نول مٺايون آڻي تنهنجي لالچي هٿڙن ۾ ڏيندو آهيان، سڌ اٿم ته ڇو مڌ پيل آهي ڦول جي ڊوڙيءَ ۾ ۽ ڇو ڦل ۾ لڪ - چوريءَ پيل آهي مڌ رس — جڏهن مان نول مٺايون آڻي تنهنجي لوڀي هٿڙن ۾ ڏيندو آهيان.

جڏهن ٻه مان توکي مرڪائڻ لاءِ تنهنجو مکڙو چمندو آهيان، منهنجا لاڏلا ٻچڙا، جاڻ اٿم ته ڪهڙو نه آهي آنند، جو آڪاس مان پرڀات ٿيءَ جي روشنيءَ جي لهر لهي ٿو اچي، ۽ ڪهڙي نه راحت آهي جا اونهاري جي هير منهنجي جان ۾ ٿي آڻي — جڏهن مان توکي مرڪائڻ لاءِ توکي چمندو آهيان.

( ٦٣ )

اُبائڻ کي نديءَ جي لهر ۾ ، دکڻ ڳاٽ جي وڻن ۾ ،
هن کان پڇيم ، ”ليمڪري ! ڪيڏانهن ٿي وڃين ڏئي ڪلهي
پنهنجي آنچل سان ڍڪيندي؟ منهنجو گهر گهور انڌارو آهي
۽ اڪيلو — مونکي پنهنجي روشني ته ڏي !“ ليمڪر پنهنجون
ڪاريون اکيون گهڙي کن مون ڏي کنيون ۽ منهن اونداهيءَ ۾
منهنجي منهن ڏانهن نهاريائين. ”مان نديءَ تي آئي آهيان“،
هن آکيائين ”هيءَ جوت لهر ۾ الاڙڻ آئي آهيان، جڏهن ڏينهن
جو اُسرڪاش لهي ۾ سامهڻجي ويندو.“ مان اڪيلو ٿي بيٺو
رهيس دکڻ ڳاه جي وڻن ۾ ۽ هن جا ڄمر ۾ جهرڪي لاٽ ڏاٽ
جي ٻوليءَ سان بيڪار چلندي ڏٺي رهي.

چانڊوڪي رات جي شانتيءَ ۾ ، هن کان پڇيم ، ”ليمڪري
تنهنجي ته سڀئي ڏيئا روشن ٿيل چڪا آهن — پوءِ
تون هيءَ جوت ڪيڏانهن ٿي کڻي وڃين ؟ منهنجو گهر
گهور انڌارو آهي ۽ اڪيلو ، — مونکي پنهنجي روشني ته
ڏي.“ هن پنهنجون ڪاريون اکيون مٿي کڻي منهنجي منهن
ڏي ڏٺو ۽ کن ساعت شڪ ۾ بيهي رهي. ”مان آئي
آهيان،“ آخر هن آکيو ، ”آڪاس کي هيءَ جوت ڀيٽ ڪرڻ
لاءِ.“ مان بيٺو رهيس ۽ ڏٺم هن کي هڪ انڌاري
خال ۾ نشقل جوت جلائيندي.

سواءِ چندرمان واريءَ راتوڪي اڌ ۾ ، هن کان پڇيم ،
”ليمڪري، ڇا لاءِ آهي تنهنجي هيءَ لوچ جوت کي پنهنجي

هوندي سان لڳاتار سان ؟ منهنجو گهر گهور انڌارو آهي ۽ اڪيلو — موڪلي پنهنجي روشني نه ڏي." هوءَ گهڙي ٻه لمحي بيٺي ۽ سوچيائين ۽ اوندهه ۾ گهور ڪري منهنجي منهن ۾ نهاريائين، "مان پنهنجي جوت آندي آهي." هن و ڏياٽيون جوتين جي جهڪ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ مان ٻيو نئي ڏٺس ۽ جاچيم نه. هن جي ننڍڙي جوتي بيڪار اهن جوتين جي وچ ۾ ڪوهجي ويئي .

(٦٦)

هوءَ جا منهنجي وجود جي گهراين اندر رهندي هئي ۽ پرهه ڦٽيءَ جي جهلڪن ۽ نظارن ۾ ، هوءَ جنهن صبوح جي پرڪاش ۾ ڪڏهن پڙدو ئي نه هٽايو هئو، منهنجا ڀڳوان، اها ٿيندي توکي منهنجي انتم ڀيٽ، منهنجي انتم گيت ۾ ويڙهيل.

شبد ۽ راڃهائي هن کي جيتڻ ۾ ناڪامياب ٿيا آهن ؛ هرڪائڻ لاءِ پنهنجون ٻانهون هن ڏانهن بيڪل ڊگهيريون آهن.

مان هن کي هردي جي وچ ۾ سانڍيندو ديس پرديس پنڌيڪو آهيان ۽ هن جي چوڌاري ئي چڙهيون ۽ لٿيون آهن منهنجي جيون جون ڀرڪڻيون ۽ ڍرڪڻيون.

منهنجي وچار ۽ آچرڻ، منهنجي ننڊرا ۽ سپنن سڀني هن جي حڪومت هلي پئي آهي، تنهن هوندي به هوءَ رهندي آهي اڪيلي ۽ الڳ.

ڪيترن منهنجو دروازو کڙڪايو آهي ۽ هن بابت پڇيو اٿئون ۽ نراش ٿي واپس هليا ويا آهن.

سرشٽيءَ ۾ ڪير به ڪونه هئو جنهن هن کي ڪڏهن به منهان منهن ڏٺو هجي، ۽ هوءَ اڪيلائيءَ ۾ رهي آهي تنهنجي سڃاڻپ جي اوسيئڙي ۾.

(٦٧)

تون ئي آسمان آهين ۽ تون ئي آهين آشيانو.

ها، تون سونهري، الهيءَ آشياني، ۽ آهي لامحدود پرواز، جو اريءَ چڙهي تو ڏي ڪي رلڪن ۽ آوازن جي واسن سان.

اچي ٿو اچي ويو صبوح پنهنجي ساڄي هٿ ۾ ڪٽي سونهري ٽوڪري سندرتا جي مالا سان سانگيءَ ۾ ڌرتيءَ کي لهرائڻ لاءِ.

۽ اچي ٿي رات ڇانئي ڏورن جي ڏاهي وڃڻ بعد، ڌنان پنهنجن - ڪمهانن جي پيچرن وارن چراگاهن تي، ڇڪيندي سمنڊ وڄان پنهنجي سونهري گهڙيءَ ۾ شانتيءَ ڀرپور ٿڌي هوا جا جهوٽا کڻي.

پر اسيمت آڪاس پکڙيل آهي آتما جي اڏامڻ لاءِ. اتي صاف سفيد پرڪاش راڄ ڪري ٿو. اتي نه ڪي ڏينهن نه رات، نه ڪو روپ، نه ڪو رنگ ۽ ڪڏهن نه، ڪڏهن نه ڪو حرف ...

(٦٨)

منهنجيءَ هن ڌرتيءَ لاءِ ٻانهون ڊگهيڙي اچي ٿو سج جو ڪرڻو ۽ اچي بيهي ٿو منهنجي در تي سڄو سارو ڏينهن واپس کڻي وڃڻ لاءِ منهنجون آسن ۽ آهن ۽ گيتن مان ٺهيل بادل تنهنجي چرڻن لاءِ.

تنهنجي ستارن ــ ڀريل سيني کي ڍڪين ٿو اڪير ڀريل واسطي سان اهو آلو ڌنڌلو بادل وارو ٻڌ لائي ڇڏين ٿو انهيءَ کي بيشمار صورتن ۽ ڍنگن ۾ ۽ رڱين ٿو انهيءَ کي سدائين بدلجندڙ رنگن سان.

هو ايترو نه هلڪو آهي ۽ اهڙو اهو ٻڪندڙ، نازڪ ۽ ڳوڙهارڪو ۽ سانورو، جنهن ڪري ئي تون هن کي چاهين ٿو، او تون صاف ۽ سرپيڪ. ۽ انهيءَ ڪري ئي هو پنهنجي پوالڪن پاڇن سان تنهنجي ڀيانڪ سفيد پرڪاش کي ڍڪي ڇڏي.

(٧٣)

هيءُ اهو ئي آهي، منهنجي جيءَ جي اندر جيءُ، جو منهنجيءَ جان کي ئي پنهنجي گهري گهرن ڇهاڻن سان جاڳائي ٿو.

هيءُ اهو ئي آهي، جو منهنجي نيڻن تي پنهنجو جادو هلائي ٿو ۽ مگن ٿي منهنجي هردي جي تندن کي ڇيڙي ٿو گونا گون غم ۽ خوشيءَ جي ساز سرن ۾.

هي اهو ئي آهي جو مايا جو جار اُڻي ٿو پل لهندڙ، سون ۽ چانديءَ جي رنگن ۾، نيلا ۽ ساوا، ۽ انهن کي هن جي چرڻن جي تهن منجهان جهاتيون پائڻ ڏئي ٿو، جنهنجي سپرش سان مان پاڻ ڀلائي ڇڏيان ٿو.

ڏينهن اچن ٿا ۽ زمانا لنگهي وڃن ٿا. ۽ هيءُ اهو ئي آهي جو منهنجي هردي کي طرحين طرحين نالن سان چوري ٿو، طرحين طرحين ترنگن سان، انيڪ دک ۽ سک جي واهڙن سان.

(٧٣)

منهنجي لاءِ مڪتي تياڳ ۾ ناهي. مان وصاليءَ جي ٻانهن ۾ ئي هزارين بندن جو آنند ماڻيان ٿو.

تون سدا نئون نئون ٿو ڏئين ڍڪُ منهنجي طرحين طرحين جي رنگن ۽ واسن واري مَڌ جو ۽ ڀري ڇڏين ٿو هيءُ مٽيءَ جو ونڊو ڪنڌن تائين.

منهنجي سرشٽي جڳائيندي سوين ڌار ڌار جوتيون تنهنجيءَ جوتيءَ مان ۽ اهي رکندي تنهنجي ئي مندر جي اوچا آستان جي سامهون.

نه، مان هرگز نه منهنجن حواسن جا دروازا بند ڪندس. ڏسڻ، ٻڌڻ ۽ ڇهڻ جي راحتن ۾ ئي تنهنجي راحت جا احساس آهن.

هائو، منهنجا سڀئي خواب جلي آنند جي شمع ٿي ويندا ۽ منهنجون سڀ تمنائون پچي پريم ڦل ٿي پونديون.

(٧٥)

تنهنجون بخششون اسان ناسوتن جون سڀ ضرورتون پوريون ڪن ٿيون ۽ وري به ڊوڙي واپس اچن ٿيون تو وٽ گهٽجا ڻو.

نديءَ کي هر روز پنهنجو ڪاروهنوار آهي ۽ ڊوڙي وهندي ٻنين وچ کيتن مان ۽ ڳوٺڙن مان، ليڪن هن جو اکٽ وهڪرو ور ور ڪري ڪاٿي اچي ٿو تنهنجي چرنن کي ڌوئڻ لاءِ.

گل هوا کي پنهنجي هٻڪار جي سڳنڌ سان مڌر بڻائي ٿو ڇڏي، تڏهن به باقي هن جي انتم سيوا آهي پنهنجو پاڻ توکي ارپڻ ڪري ڇڏڻ.

تنهنجي پوڄا سرشٽيءَ کي ڪو ڪنگال ڪانه ٿي ڪري.
ڪويءَ جي شبدن مان لوڪ اهي ارٿ ڪڍن ٿا جيڪي کين وڻن ٿا؛

تڏهن به هنن جي آخري ارٿ جو اشارو تو ڏانهن ئي ته هوندو آهي.

(٧٦)

ڏينهون ڏينهن، اي، منهنجي پراڻن جا سوامي، ڪڏهن به مان تنهنجي اڳيان منهن منهن اچي سگهندس. جوڙيل هٿن سان، اي، ساري ڪائنات جا ڌڻي، ڪڏهن به مان تنهنجي اڳيان منهن منهن اچي سگهندس.

تنهنجي اوچي آسمان جي شانت ۽ ايڪانت ۾، پنهنجي حليم هردي سان، ڪڏهن به مان تنهنجي اڳيان منهن منهن اچي سگهندس.

هن تنهنجي هٺ هٺ جي سنسار ۾، ڪشمڪش ۽ گهٽ واري ڪرت شور ۾ تمام لڪو هلندڙ انبوهن جي وچ ۾، ڪڏهن به مان تنهنجي اڳيان منهن منهن اچي سگهندس.

۽ جڏهن منهنجو ڪارج هن سنسار ۾ پورو ٿيندو، اي، شاهن جا شاهه، اڪيلو ۽ گونگو ڪڏهن به مان تنهنجي اڳيان منهن منهن اچي سگهندس.

(٧٦)

جيڪڏهن هيءَ جوڳي عرصو منهنجو ناهي جو مان تو سان ملي سگهان هن جنم ۾، ته چڱو ته مان اهو ٿي هميشه لاءِ سمجهان ته مان تنهنجو درشن گنوايو آهي — ۽ چڱو ته هڪ کن به نه ڀلان، چڱو ته هن ڏک جا احساس مان پنهنجن سپنن ۾ ۽ جاڳرت سمي ۾ پڻ پاڻ وٽ ٿي رکان.

جڏهن منهنجو سمو گذرندو ٿو وڃي، هن گهاگهه بازار ۾ ۽ منهنجا هٿ ڀريا وڃن ٿا روز مره جي نفعن سان، چڱو ته مان اهو ڀرکيان ته مان ڪجهه به ڪمايو ٿي ناهي — شل مان هڪ ساعت لاءِ به نه ڀلان، چڱو ته هن درد جا احساس مان پنهنجن سپنن ۾ ۽ جاڳرت سمي پڻ پاڻ وٽ ٿي رکان.

مان جڏهن رستي جي هڪ پاسي ويٺو هوندو آهيان، ٿڪل ۽ ماندو، جڏهن پٿاريندو آهيان پنهنجو هنڌ هيٺ ڌوڙ ۾، چڱو ته مان انهن ٿي محسوس ڪريان ته ڊگهو سفر اڃا منهنجي اڳيان آهي — شل مان هڪ کن گهڙي به نه ڀلان، چڱو ته مان هن ايذا جا احساس مان پنهنجن سپنن ۾ ۽ جاڳرت سمي ۾ پڻ پاڻ وٽ ٿي رکان.

جيڪڏهن منهنجا ڪمرا سجايا سينگاريا ويا آهن ۽ شرنايون وڄي رهيون آهن ۽ شادمانو زور شور سان کلي رهيو آهي، پر چڱو ته مان انهن ٿي محسوس ڪريان ته مان تو کي پنهنجي گهر اچڻ لاءِ ڪوٺ ڏني ڪانهي — مان شل پل به نه ڀلان چڱو ته مان هن ڪلپش جا احساس مان پنهنجن سپنن ۾ ۽ جاڳرت سمي ۾ پڻ پاڻ وٽ ٿي رکان.

(٨١)

گهڻن ئي اڪيلن ڏينهن ۾ مان وڃايل ويلن تي ڏکويو ويٺو آهيان، ليڪن ڪا به پل وڃايل ڪانه ويئي آهي. منهنجا سوامي، منهنجي جيون جو هر پل تو پنهنجي هٿن ۾ روڪي رکيو آهي.

هر وستوءَ جي هردي ۾ لڪان، تون ٻجن کي ڪانڌ ڦوٽڪ سان سلا ڪري ٿو اڀارين، مکڙين کي گل ڦل ۽ ڦولن کي رچين ٿو ڦلسڦلتا سان.

مان ٿڪل ٽٽل ۽ پنهنجي نڪمي بستري تي ليٽيل ۽ ائين ٿي سمجهيم ته سارو ڪم هاڻ ٿي چڪو آهي.

صبوح ساڻ جاڳيس ۽ ڏٺم ته منهنجي ڦلواڙي گلن ڦلن جي اڏ ڀرلن سان ڀرجي ويئي هئي.

(٨٣)

اَي، مان پنهنجي ڏکن جي آتش جي شعلن سان تنهنجي ڳلي لاءِ مالها ٺهيندس.

ستارن ۽ پازيب گهڙيا آهن پرڪاش جا، تنهنجي چرڻن کي سينگارڻ لاءِ، ليڪن منهنجي مالها آلندي لمندي پئي تنهنجي ڇاتيءَ تي.

دولت ۽ شهرت تو وٽان ئي عطا ٿين ٿيون ۽ تون ئي آهين جو ڏين ٿو ۽ محروم به رکين ٿو. ليڪن هيءَ ڪلفت ٿورو منهنجو ۽ منهنجي لاءِ ئي آهي، ۽ جڏهن مان اهو ڪٽي اچي توکي ارداس ڪري ڏيندو آهيان ته تون مون کي پنهنجي نوازش سان نوازيندو آهين.



اها جدائيءَ جي پيڙا ئي آهي جا ساريءَ سرشٽيءَ ۾ پسري ٿي ۽ ڪري ٿي اڻماڻ اڪيچار آڪار اننت آڪاس ۾.

اهو جدائيءَ جو ئي درد آهي جو رات ڀر اڪيلائيءَ ۾ پيو واجهه وجهي، هڪ ستاري کان ٻئي ستاري تائين ۽ ٿي پوي ٿو ڦڙڪندڙ پن جو هڪ ٽهو جولاءِ جي مينهوڳي اندهڪار ۾.

اهو ئي ته پکڙجندڙ ڪشٽ آهي جو پريم ۽ واسنائن ۾ گهري ٿو ٿئي، گرهستي جيون جي ڏکن سکن ۾؛ ۽ اهو ئي آهي جو سدائين موم ٿي وهي ٿو ۽ وهي هلي ٿو سنگيت ٿي منهنجي ڪويءَ جي هردي مان.

(٨٥)

مزاج ، تنهنجو دوست ، منهنجي پنهنجي وقت اچــي پهتو آهي. هو اڃا تائين ساگر پار ڪري ، تنهنجو اوڏو نظر منهنجي گهر آيو آهي.

واحد الذاري آهي ۽ منهنجي دل دهليل آهي — تنهن هوندي به مان ڏيئو ڪڍي پنهنجا دروازا کولي ڇڏيندس ۽ جهڪي هن جو سواگت ڪندس. هو تنهنجو قاصد آهي، جو منهنجي در وٽ کڙو آهي.

مان هٿ جوڙي هن جي عزت ڪندس ۽ پنهنجي اکين سان مان هن جي پوڄا ڪندس ، پنهنجي دل جي دولت هن جي چرنن ۾ ارپيندي.

هو واپس هلندو ۽ پنهنجو پيغام ادا ڪري ڇڏيندو، منهنجي صبح واري مڪان سياهه پاڇو ڇڏيندو ۽ منهنجــي پنهنجي گهر ۾ فقط مان اڪيلي هڪ نڌڻڪو پنو هوندس ، تنهنجي لاءِ هڪ آخري سوغات.

(٨٨)

هاڻي مان نه ڪندس نه رڙيون ۽ نه واڪا ـــ اهڙي آهي منهنجي مالڪ جـــي مرضي. هـن کانپوءِ مان ڳالهائيندس سُس پُس ۾. منهنجي دل جي داستان جو اظهار ٿيندو گيت جي گنگناهٽ ۾.

لوڪ ته سٽون پر ڊوڙندا پيا وڃن راجمحل ڏانهن. سڀئي خريدار ۽ دڪاندار اُتي آيل آهن، ليڪن گهڻي ڪمي هوندي به، موڪل ملي آهي ٻپهرن جو منجهند جي ڪمهلي موڪل.

ڀلي ته گل ڦل ٽڙن منهنجي باغيچي ۾، جيتوڻيڪ اوا الهن لاءِ هاڻي ٽاڻو ئي ڪونهي!

۽ ڀلي ته بلا شڪ ماکيءَ جون مکيون ڪن سستي ڀُون ڀُون ڪيترا سارا پورا ڪلاڪ گهاريا اٿم ڀلائيءَ ۽ برائيءَ جـــي ڪشمڪش ۾، پر هاڻي منهنجي ساٿي ڪلاريءَ جي سڌ ٿي آهي اُبالڪائيءَ واري سمي ۾، منهنجي هردي کي پاڻ ڏانهن ڪڇڻ جي، ۽ مان نه سمجهان ٿو ته هيءَ اوچتي ڪوٺ ڪهڙيءَ بيڪاريءَ لاءِ ڇو ٿي رهي آهي!

(۸۹)

جڏهن ڏينهن تہ مرڻو اچي تنهنجو در کڙڪائيندو، تہ
تون کيس ڀلا ڇا آڇيندين؟

آه، مان پنهنجي مهمان جي سامهون کڻي ڏيندس
پنهنجي جيون جو ڀرپور پيالو — مان هرگز هن کي خالي
هٿين واپس موٽي وڃڻ ڏيندس ئي ڪين.

زندگيءَ ڀر جون سموريون مڌر مڌر رسيل منهنجي
خزان ڏينهن ۽ اونهاري جي راتين جون، سارين مٺڙارن
چونڊيون، مان کڻي رکندس هن جي اڳيان، پنهنجي سڄي
سماپتيءَ ويلي، جڏهن مرڻو اچي منهنجو در کڙڪائيندو.

(٩٠)

او، اوهان منهنجي جيون جي آخري سڦلتا، موت، منهنجي انت، اچ ۽ مون سان اهي ڪن جون ڳالهيون ڪر! ڏينهون ڏينهن، مان پنهنجي تنهنجو اوسيئڙو ڪندو آهيان؛ تنهنجي لاءِ مون پنهنجي جيون جي دکن سکن جو انڀو ڪيو اٿم.

جو ڪجهه به آهيان، جيڪو ڪجهه به اٿم، جيڪي به آشائون اٿم ۽ منهنجو سمورو پيار، سڀ ڪجهه اڪ ڇپ جي لهر ۾ هميشه لاءِ ڏانهن پنهنجي اوليا اٿم. تنهنجي نيڻن جي هڪ ئي آخر نگاهه سان، منهنجي جيون هميشه لاءِ تنهنجي خود پنهنجي ٿي چڪي آهي.

گل پوکجي ويا آهن ۽ ڪنول مالها تيار آهي گهوٽ راڄا لاءِ. لائون لهڻ بعد، ڪنوار پنهنجا پيڪا ڇڏي، اڪيلي رهي ملندي پنهنجي سواميءَ سان، رات جي اڪيلائي ۾.

(٩١)

جاڳان ٿو ته اڄ ڏينهن به اوس ايندو جو هيءَ پراڻي منهنجي نگاهن کان غائب ٿيندي ويندي ۽ منهنجي اکين تي آخر پڙدو وجهي چپ ٿي ڪندي ودائي شانتيءَ ۾.

تڏهن به ستارا پيا لڪندا رات جو ۽ صبوح ٿيندو رهندو روز مره وانگيان ۽ ساعتون پيون سهڪنديون ساگر جي لهرن جي خوشيءَ ۽ غم ۾ لڙڪڻ جيان.

جڏهن مان پنهنجي انتم گهڙين بابت سوچيندو آهيان، ته گهڙيان جون رنڊڪون ٽٽي وينديون آهن ۽ پوءِ مرڻ پرڪاش ۾ ڏسندو آهيان تنهنجي سرشٽي امڪار خزانن سميت. ڏٺي به ڪرلهي ڪو لوچ اسٿان، ڪٿي به ڪولهي ڪو ڪمتر انسان.

چيزون جن لاءِ مان اجايو پيو لڙڪندو هوس ۽ وستو جنکي پرواهه ڪيم، سي سڀ ڏور گذري ويون. ڀل مان اهي ٿي سچيون وستون گهڙيان، جنکي هيل تائين آئي اوڏيون اٿم ۽ نظر انداز ڪيون اٿم.

(٩٣)

مون کي ڇوٽي ملي وئي آهي. مون سان موڪلائي ڪريو، منهنجا ڀائرو! مان اوهان سڀني کي نمسڪار ٿو ڪريان ۽ هاڻي مان هلان ٿو.

اجهو، منهنجي دروازي جون چاٻيون اهي پڻ موٽايان ٿو — ۽ مان منهنجي گهرن جا سڀ وارا حق ترڪ ٿو ڪريان. مان صرف طلبيان ٿو آخرت ۾ اوهان کان قرب وارا ٻول.

اسان ڳچ عرصي لاءِ پاڙيسري هئاسين، ليڪن ڏيڻ سگهڻ کان اڌڪ ورتو ٿي اٿم. هاڻي ڏينهن ڏئو ٿيو آهي ۽ ڏيئو جنهن منهنجي ڪنڊ کي روشن ڪيو هئي، سو گل ٿي چڪو آهي. سڏ به اچي ويو آهي ۽ مان پنهنجي سفر لاءِ به سنبت ڪئي آهي.

(٩٣)

هن وداع جي ويلي، منهنجا مترو! مونکي آشيرواد ڏيو. آسمان پره ڦٽيءَ سان رنگجي ويو آهي ۽ منهنجي راه سهاوني آهي. اهو نه پڇجو ته اتان جي لاءِ پاڻ سان ڀلا ڇا کڻيو اٿم. مان پنهنجي مسافري شروع ٿو ڪريان هٿين خالي ۽ آسائتيءَ دل سان.

مان پائيندس پنهنجي وواه ڦرل مالها. منهنجو لباس ڪنهن پانڌيئڙي وارو ڳاڙهو - پيرو ڪونهي ۽ جيتوڻيڪ رستي ۾ خوف خطرا آهن، ته به منهنجي دل ۾ ڪو به هراس ڪونهي.

سنجها جو ستارو نڪرندو، جڏهن منهنجي پانڌ پوري ٿيندي ۽ سوز ڀريل آلاپ شفق جي شعاع جو سنگيت تي راج دئار لنگهه مان نروار ٿيندا.

(٩٤)

مونکي ڄاڻ سمجھ کان ٻاهر ته ڪهڙيءَ مهل ٻهراون ٻيڙو مان هن جيوت جي چانئٺ اورانگهي هئي.

ڪهڙي هئي اها شڪتي جنهن هيءَ اگم اپار ڳجهه منهنجي هٿان ڦولايو، اڌ رات جو هڪ جهنگل جي مکڙيءَ وانگر!

صبوح ساڻ، جڏهن مان روشنيءَ ڏي نگاهه وڌي ته ڪن پل ۾ محسوس ڪيم ته هن سنسار ۾ ڪو اجنبي ڪونه هوس ۽ هڪ انامڪا اگوچر اگم روپ واري منهنجي ماتا سروپ ۾ پنهنجيءَ ئي گود ۾ کڻي ورتو هئو.

وري به مرڻ مهل اهو اجنبي ٿري ايندو جو منهنجو سدائين جاڻل سڃاڻل آهي، ۽ جاڪاڻ ته مونکي پنهنجيءَ جيون سان موهه آهي ته اها جاڻ اٿم ته مونکي موت سان ٻڻ محبت آهي.

ٻالڪ جهٽ روئڻ شروع ڪندو آهي جنهن وقت ماءُ پنهنجي ٿڃ جو ساڄو ٿڃ ڇڏائيندي آهي، ليڪن هڪدم ٻيءَ گهڙيءَ کاٻي ٿڃ مان ئي کيس سنتوش ملي ويندو آهي.

(٩٦)

جڏهن مان توسان واند ڪندو هوس، تڏهن مان ڪڏهن پيچيو ئي ڪري ته ٿون آهين ڪير. موٽڪي اڪا ڪا اڄ اٿي ئي ۽ ا. ته ڪو ٻيو، منهنجي زندگي ئي هئي ڪهاڻي.

صبوح جو سونهري نور موٽڪي سائي ۽ وائڪر ننڍ مان اٿاريندو آهين ۽ ولي ٻر ڙالمندو آهين هڪ ڪاهي ۽ ڪان اي ۽ ڪاهي ۽ ٿائين.

الهي ۽ سمي، مان ڪڏهن ۽ پرواه ئي ڪانه ڪئي ڪيتن جي مطلب چاڻڻ جي، جهڪي نون موٽڪي ڳائي پڌائيندو هئين. رڳو منهنجو آواز تنهنجا سر جهٽي وٺندو هئو ۽ منهنجو هرد و انهن جي لهندڙ چڙهندڙ آلاپن تي لهندو هئو.

هاڻي جڏهن ڪملط جو سمو ٽري ويو آهي، هي ۽ ڪهڙي ارغتبي ڪهٽيا آهي جا اهي منهنجي مٿان ڪڙڪي آهي.

ڪائنات تنهنجي چرڻ ۾ اميل ڏنگاهن سان ڪڙي آهي ڪالت، پنهنجون خاموش ستارن سميت.

(٩٧)

مان سڃاڻندس توکي، پنهنجي شڪستن جي ڦول مالهائن سان ۽ انعامن اڪرامن سان. اهو منهنجي وس ۾ ڪي ڪونهي ته مان ڪو اجهمت کي هٿان ڇڏي سگهان.

مان خاطريءَ سان ڄاڻان ٿو ته منهنجو هٺ وڃي ڊاڙار سان ٽڪرجندو، منهنجي جيوت ڦاٽي وڃي ازحد ڀوڙا جي ڀڃڻ ۾ ڦاسندي، ۽ منهنجي اجڙ دل پوري خالي جي سنگيت وانگر سڏڪا ڀريندي ۽ پٿر آنسون ڪي پگهرجي ويندو.

مونکي خاطريءَ سان ڄاڻ آهي ته ڪنول ڦول جا هڪ سئو پن سدائين بند نه رهندا ۽ ان جي مڌ جو ڳجهو ڳپ کلي ظاهر ٿي پوندو.

نيلي آڪاس مان هڪ درشٽي مونکي نهاريندي ۽ شانتيءَ ۾ سڏ ڪندي. منهنجي لاءِ ڀاڻي ڪجهه به نه بچندو، بلڪل ڪجهه به نه، ۽ منهنجي ڪسي چرڻن ۾ مان مرتيوءَ جو سوڳمت ڪندس.

(٩٩)

مان اونهيون ٽٻيون هڻندو آهيان آڪارن جي مهاساگر جي گهرائيءَ ۾، انهيءَ آشا سان تہ من نرآڪار جو پورڻتا جو موتي ملي وڃي.

طوفانن جي هن جهرجهر ٻيڙيءَ ۾، هڪ بندرگاهہ کان ٻئي بندرگاهہ تائين وڃڻ سفر ڪرڻ هاڻي بند ٿيو.

ڪافي عرصو ٿيو جو منهنجو ڇولين مٿان چڙهندڙ هلڻ جو سمو گذري چڪو آهي ۽ هاڻي منتظر آهيان مرڻ لاءِ جو امر آهي.

ديوان ملاقات ۾ اٿاهہ کاهيءَ ۾ جتي اڻ آواز جي تار مان سنگيت ڳونجي ٿو، اتي مان بہ پنهنجو جيون تنبورو کڻي ويندس.

هن جي آواز کي اننت سرن سان ملائيندس ۽ جڏهن هو سوز جا سڏڪا ڀري، آخري آهہ ڀريندو، تڏهن مان پنهنجو شانت سرندو شانتيءَ جي چرڻن ۾ آڻي رکندس.

(١٠٠)

سدائين مان ٻڏي ارڪي لوچهو آهي پنهنجي جهان ۾، پنهنجي گيتن سان. آهي ٿي ته هٿا جن مون کي هڪ در دان ٻڌي در ڏانهن ٿي گهمايو ۽ انهن جي سڪ ۾ ٿي مونکي پنهنجي ناري ۾ احساس ٿيو آهي، لوچهندي محسوس ڪندي پنهنجي جڳت کي.

اهي منهنجا ٿي گيت آهن جن مونکي گيان ڏنو جو سموري سڪيا پرالمرتا انهن مون کي گيت ماڳ. ڏيکاريا، انهن منهنجي اکين اڳيان آندا الڪ ستارا منهنجي هردي جي سطح تي.

سارو ڏينهن انهن ٻڌي رهنمائي ڪئي منهنجي خوشيءَ ۽ غم پرائي سنسار جي ڳجهن جي، ۽ آخر، تماشا جو سفر جي انت ۾ ڪهڙي محل جي دلا ورت رت وٺي آيا آهن مونکي؟

( ١٠١ )

مان لوڪ سان ڊاڙ ھڻندي ھئي ته مان توکي ڄاڻان سڃاڻان
ٿي. ھو تنھنجا چٽ منھنجن ڪارنامن ۾ ڏسن ٿا. ھو ايندا آھن
۽ مونکان پڇندا آھن ته ”ھيءُ آھي ڪير؟“ مان منجھي
پوندو آھيان ته ھن کي ڪئن وراڻيان. آءٌ وراڻيندو آھيان،
”سچ پچ ته ٻڌائي نٿو سگھان.“ ھو مون کي ڏوراپا
ڏيندا آھن ۽ ٺٺوليءَ ھليا ويندا آھن.

تنھنجون ڳالھيون مان پنھنجن امر گيتن ۾ سانڍيندو
آھيان. ڳجھ ڀيد منھنجي ھينئن اندران ڦٽي نڪرندا آھن
اھي ايندا آھن ۽ مونکان پڇندا آھن، ”اسان کي پنھنجو
سمورو ارٿ سمجھاءِ.“ مان منجھي پوندو آھيان ته ھن کي
ڪھڙي ورندي ڏيان. مان آئون ڏيندو آھيان، ”اف، ڪير ٿو
ڄاڻي ته ھن جو مطلب ڪھڙو آھي!“

ھو مرڪندا آھن ۽ ڏاڍيءَ حقارت مان ھليا ويندا
آھن ۽ تون ويٺي ٻيو مرڪندو آھين.

(١٠٣)

اوڪي هڪڙي ٿي ذلدوصد سان، مدهجا ڀڳواسد، ڀلي ڏ مدهجا سورا حواس ڦهلجي وڃن ۽ جهڙ هن ڪائنات کي ڏسهجي چرڻ رهڻ.

جڏن جولاءِ جو ابساتي بادل هيمت نمل هولدو آهي اڻ وسائل بارش جي اوڃي سان، لڳن شل مدهجو من به اوڙي ڏسهجي دنار لـي، ڏسهجي اڳيان هڪڙي لـي نمسڪار هو.

شل مدهجا سورا ڪيت ڪنا لـي، الهن جا ڏ ڏلا سر سوڪم سنگم ٿي هڪ ٿي وهڪرو ٿهي پوي ۽ شانتي ساگر ۾ وهي وڃي پوي، ڏسهجي اڳيان هڪڙي لي نمسڪار هو.

آشياني جي سڪائل هنجن جي جهنڊ والڪر، ڏينهن ڏاسد اڏامي واپس پنهنجي پهاڙي آکهن ڏاهون واپس وراندا آهن، ساڳيءَ طرح شل مدهجي جيون نه سفر طئه ڪري هلي پنهنجي انند استان لـي، ڏسهجي اڳيان هڪڙي لي نمسڪار هو.



# GITANJALI

RAVINDRA NATH TAGORE



**Shri Gobindram Salamatrai Raisinghani**

Shri Gobindram Salamatrai Raisinghani "Sa-il" was born on August 1st 1909 at Shahdadkot in Larkana District, Sind (now in Pakistan). Shri Raisinghani started writing essays, poems & short stories. While stlll at school when he was only fifteen. He has thus nearly half century of writing to his credit.

Shri Raisinghani writes poetic prose of delicate and fine imagery in the Tagorean style. He describes child psychology and interprets his feeling with fine precision and subtle naturalness. His ideas are original and his expression is fluent. He works buietly and sincerely at Jalgaon in Khandesh, Maharashtra, away from public controversies, social conflicts and political disturbances.

(From the Indian P.E.N. Journal 1973)

*Cover : Glass shells for lamps*



SINDHI TIMES PUBLICATION

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، ڄرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ہَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڪر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو ته "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)